# ايوب فقير جو رسالو

## (ايوب فقير آريسر جو ڪلام)

سهڙيندڙ

زوهيب آريسر



ثقافت کاتو، حڪومتِ سنڌ

ايوب فقير جو رسالو ثقافت کاتو، حڪومتِ سنڌ



## تعارف

نالو: محمد ايوب

والد جو نالو: محمد يوسف

ادبي سڃاڻپ: ايوب فقير

ذات: آريسر

جنم: 1919ع

جنم هنڌ: ڳوٺ هوندو آريسر، تعلقو ٽنڊو

تعليم:

سنڌي فائنل

قرآن پاڪ مڪمل

عربي ۽ فارسي مڪمل

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب

"ڪافيون" ۾ تعارف ۽ ڪافيون ڇپيل

خانصاحب عبدالڪريم 'ڪريم' پليءَ جي ڪتاب

"وايون وڏجارن جون" ۾ تعارف ۽ ڪافيون ڇپيل

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جي جلد پهرئين ۾ تعارف ڇپيل

وفات: 1974ع، 9 ذوالحج 1394هه

آخري آرام گاهه: قبرستان آراڙو پرڳڙي



ثقافت کاتو، حڪومتِ سنڌ

# ايوب فقير جو رسالو

[ايوب فقير آريسر جو ڪلام]

سهيڙيندڙ

زوهيب آريسر



ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ




| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ايوب فقير جو رسالو |
| موضوع: | شاعري |
| ڇاپو: | پهريون، 2018ع |
| ڳاڻيٽو: | 1000 |
| لي آئوٽ: | امتياز علي انصاري |
| ڪمپوزنگ ۽ سيٽنگ: | نظير چانڊيو |
| ٽائيٽل: | عرفان ميمڻ |
| ڇپائيندڙ: | ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ |
| ڇاپيندڙ: | نيو انڊس پرنٽنگ پريس |
| قيمت: | 300/_ |

ملڻ جو هنڌ

**ڪلچر ڪتاب گهر**

سامهون ايم. پي. اي هاسٽل، غلام حسين هدايت الله روڊ

ڪراچي، سنڌ. 77400

فون: 021_99206073

!

# ارپنا

**ڪافيءَ جي سيبتي شاعر**
**عبدالڪريم ’ڪريم‘ پليءَ جي نالي**
- زوهيب آريسر

!

# فهرست



## ايوب فقير آريسر جو ڪلام

# پبلشر پاران

ثقافت کاتي سنڌ طرفان، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب جي ترقي ۽ ترويج جي سلسلي ۾، مختلف قسم جا اپاءَ ورتا ويندا رهيا آهن. سنڌي ادب جي مختلف شاخن تي، سنڌيءَ ۾ ڪتاب شايع ڪرڻ ان سلسلي جي اهم ڪڙي آهي. سنڌي ادب ۾ تحقيق، ڪهاڻي، تنقيد ۽ شعر مختلف صنفون حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست، جا ڪيترا ڀيرا رسالا شايع ڪيا ويا آهن.

هتي انهيءَ حقيقت کان قطعي طور تي انڪار ممڪن ڪونهي تہ شاعر پنهنجي تخيل جي ڪارفرماني، سان انسان جي علم ۽ فهم کي فروغ ڏيئي ٿو. اصل ۾ شاعري، انساني جذبي جو ٻيو نالو آهي ۽ قديم زماني کان انسان، جڏهن کان پنهنجي شعور جي اک کولي آهي تہ ان وقت کان هو دعائن، مناجاتن ۽ مذهبي گيتن ذريعي، پنهنجي اندر جي آواز کي اجاگر ڪندو پيو اچي. سنڌ ۾ بہ وائي، ڪافي، بيت، گيت، ۽ شاعري جي ڪيترين صنفن تي طبع آزمائي جو سلسلو جاري آهي.

ڪافي سنڌي ٻوليءَ جي اوائلي ڪلاسيڪل صنف آهي ۽ هن وقت ڪافي تمام گهٽ لکي پئي وڃي. ايوب فقير آريسر، ڪافيءَ جو شاعر ٿي گذريو آهي، جيڪو مخدوم طالب المولىٰ، شاهنواز شاهه، عارف المولىٰ ۽ خانصاحب عبدالڪريم "ڪريم" پليءَ ۽ سنڌس شاعريءَ ۾ ٻوليءَ جو نجيٽو موجود آهي ۽ سنڌس شاعريءَ جي اڏام اڳيري پڻ آهي. سنڌس شاعريءَ کي پڙهندي اهو پڻ محسوس ٿئي ٿو تہ هن کي سنڌيءَ سان گڏ عربي، فارسي، سنسڪرت ۽ هنديءَ جي سُٺي ڄاڻ هئي ۽ هن سرائيڪي ڪافيون لکيون آهن ۽ هندي ڇڇڻ پڻ ڇپيا





آهن. سنڌس شاعريءَ ۾ ڪيترا اهڙا لفظ استعمال ٿيل آهن، جيڪي هاڻي متروڪ ٿيندا پيا وڃن.

نوجوان شاعر زوهيب آريسر وڏي محنت ڪري ايوب فقير جي شاعري گڏ ڪئي آهي، جنهن ۾ ڪافيون، وايون، بيت ۽ ڇپن آهن، پر سنڌس ڪافين جو تعداد گهڻو آهي. ان ڪانسواءِ هن گهڻي محنت ڪري، مختلف لغتن مان مدد وٺي ڏکين لفظن جي معنىٰ پڻ ڏني آهي، تہ جيئن نئون نسل انهن ڏکين لفظن جي اصليت کان واقف ٿي سگهي. ايوب فقير جو تعارف ۽ ڪافيون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي ڪافين واري ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي ۽ خانصاحب عبدالڪريم "ڪريم" پلي پڻ پنهنجي ڪتاب "وايون وڻجارن جون" ۾ سنڌس تعارف ڏنو آهي، ان مان سنڌس علمي بصيرت جي پرک پئي ٿي.

شاعريءَ جو هي ڪتاب "ايوب فقر جو رسالو" جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي، ٿرپارڪر ضلعي جي هڪ اهڙي شاعر جو ڪلام آهي، جيڪو اڄ ڇپيل ۽ تڙيل پکڙيل هو. دراصل ڪنهن وقت ۾ سنڌ جو مشهور شاعر خانصاحب عبدالڪريم پليءَ جو عمرڪوٽ لڳ ڳوٺ ۽ سنڌس اوطاق ٿرپارڪر جي اديبن ۽ شاعرن جو آرام گاهه هوندي هئي. عبدالڪريم پليءَ سدائين اديبن جي ڇپر ڇانوَ رهيو. سنڌس اوطاق تي ڪنهن وقت اديبن ۽ شاعرن جا ميلا متل هوندا هئا. سنڌس ڀاءُ ۽ خوبصورت شاعر راڄ محمد علي مرحوم ۽ وفا پلي پڻ ڪنهن کان گهٽ نہ رهيا. هن وقت وفا پليءَ جي شاعري بہ ڇپائي وڃي ٿي.

جيئن مٿي ذڪر ڪيم تہ هن ڪتاب جو خالص ايوب فقير پڻ خانصاحب عبدالڪريم پليءَ جي صحبت ۾ شاعر ٿيو. پر چون ٿا تہ ڪيس ننڍڙي هوندي کان شاعري جو شوق هو ۽ الله پاڪ کيس آواز

پڻ تمام سُريلو ڏنو هو. ان ڪري راڳ جو به ڄاڻو ٻڌجي ويو ۽ اڪثر شاعري ڳائي ٻڌائيندو هو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪافيون، وايون، بيت ۽ پيچن به لکيا آهن. جن کي پڙهندي محسوس ٿئي ٿو ته شاعر جي اندر ۾ اهو ئي پيغام لڪل هو جيڪو سنڌ جي اڪثر صوفي شاعرن پنهنجي شاعري ۾ پئي ڏنو آهي. سنڌ جو مشهور عالم پير حسام الدين راشدي چوي ٿو ته سنڌ جو فڪر ۽ سنڌ جو ذهن ڳولڻو هجي ته اهو غزل ته شاعرن جي ديوانن مان نٿو ڳولي سگهجي، بلڪ اهو ڪافين، ڏوهيڙن ۽ ٻين بيت سنڌي صنفن جي کاڻ مان، مٽين ۽ هيرن کي ڪڍي پروڙي ۽ پرکي سگهجي ٿو. انهيءَ وٿ کي سنڌ جا رهاڪو دلي جي وڄت چيڙن جي جهانءُ ۽ يڪتاري جي سُرتال تي ڪن تي هٿ رکڻ بعد، الوميان سان شروع ڪندا آهن.!

سچ پچ ته سنڌي شاعرن جي اها نمايان خصوصيت آهي، ته اها پڙهڻ سان گڏوگڏ سُر ۽ تال سان ڳائي پڻ سگهجي ٿي ۽ وڏي ڳالهه اها خاصيت دنيا جي گهٽ ٻولين ۾ موجود آهي.

ايوب فقير پنهنجي شاعري يعني ڪافيون ڪندي ئي سُرن ۾ لکيون آهن. جن ۾ پيروري، ڏناسري، جوڳي، بلاول، سسئي، راڻو سورٺ، مارو، ڪارايل، توڙي آسا پرڀاتي، ڪوهياري، ۾ شامل آهي. تنهن کانسواءِ سندس هندي پيچن، بيت، وايون ۽ سرائيڪي ڪافيون پڻ موهيندڙ آهن.

وڏيڪ ساٿ سلامت

غلام اڪبر لغاري
سيڪريٽري ثقافت، سياحت
ڪراچي

# مُرتب پاران

آءٌ پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ انتهائي سُست رهيو آهيان, جو ڪو ڪم پنهنجي مقرر وقت تي نہ ڪري سگهيو آهيان ۽ نہ ئي ٿيندو آهي. جڏهن تہ هڪ شاعر/ليکڪ کي ايترو لاپرواهہ ۽ خود غرض ٿيڻ نہ گُهرجي, ڇاڪاڻ جو ليکڪ قومن جا سُونهان هوندا آهن ۽ قومن کي سنئين دڳ طرف وٺي وڃڻ جي ذميواري شاعرن/ليکڪن جي هوندي آهي. انهي لاپرواهي, خودغرضي ۽ سُستيءَ جي ڪري مون پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ علمي, ادبي توڙي سياسي ۽ سماجي نقصان پڻ ڪاڏا آهن, منهنجا دوست انهي لاپرواهيءَ جي ڪري مون کي ٽوڪيندا بہ آهن تہ: "تون هيترين خاصيتن جي باوجود زندگيءَ ۾ ڪري ڪجهہ بہ ناهين سگهيو." ۽ واقعي اها ڳالهہ ڪنهن حد تائين دُرست بہ آهي.

فقير محمد ايوب آريسر جي هن رسالي کي ترتيب ڏيڻ ۾ دوستن جي رهنمائي, حوصلي افزائي ۽ ننڍا سان گڏ هڪڙو سبب اهو بہ آهي جو آءٌ پرائمري استاد آهيان ۽ مون جنهن اسڪول ۾ پڙهايو پئي, اُن اسڪول ۾ ٻار بہ گهٽا هئا تہ والدين جو بہ توجهہ هو پر تعليم کاتي طرفان تعليم جي سڌاري لاءِ شروع ڪيل بائيو ميٽرڪ سسٽم جي رائج ٿيڻ ڪانپوءِ مون کي اُنهي اسڪول مان بدلي ڪري, اهڙي اسڪول ۾ رکيو ويو جتي هڪ بہ ٻار موجود نہ هو ۽ انهي وانڪائيءَ جي ٽائيم ۾ ويهي مون هي رسالو ترتيب ڏنو جنهن لاءِ آءٌ تعليم کاتي ۽ بائيو ميٽرڪ سسٽم جي عملدارن بہ ٿورائتو آهيان نہ تہ شايد هي مواد اجا بہ ڪيترو عرصو فائيلن ۾ پيو سڙي ها.

فقير ايوب سنڌ جو ڪافي گو شاعر ٿي گذريو آهي. هن سنڌي ڪان علاوه سرائيڪي ۽ هنديءَ ۾ به ڪلام چيو آهي ۽ سندس شاعريءَ ۾ سنسڪرت، فارسي، عربي، هندي ٻولين جا ڪيترائي لفظ شامل آهن، جنهن مان پتو پئي ٿو ته سندس مطالعو ۽ مشاهدو وسيع هو ۽ هن سنڌي ٻوليءَ جا ڪيترا نيٺ لفظ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪتب آڻي انهن کي ضايع ٿيڻ ڪان بچائي ورتو آهي.

فقير ايوب جي ظاهري/دنياوي تعليم سنڌي فائينل ۽ قرآن پاڪ جي تعليم پنهنجي ڳوٺ هوندو آريسر ۾ استاد مبارڪ آريسر ۽ حافظ حمزي وٽان حاصل ڪيائين. وڌيڪ تعليم عربي ۽ فارسي لاءِ مدرسي مظهرالعلوم ولهيٽ ۾ استاد عبدالڪريم ساند جي نگرانيءَ هيٺ داخل ٿيو ۽ پوءِ بدين جي مدرسي مظهرالعلوم ۾ استاد غلام علي گوپانگ جي نگرانيءَ ۾ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مڪمل ڪيائين.

هن شاعريءَ جي شروعات ڦُوهه جوانيءَ ۾ ولهيٽ جي مدرسي ۾ پڙهائي دوران ڪئي، اُن وقت جا مدرسا موجوده وقت جي مدرسن ڪان ڏاڍا مختلف هوندا هُئا، اُن وقت جا استاد پنهنجي شاگردن کي هفتي جو هڪ ڏينهن ذهن کي تازگيءَ ڏيڻ لاءِ موڪل ڏيندا هُئا، ان هڪ ڏينهن ۾ وندر ورونهن جي ٻين مصروفيتن سان گڏ استادن طرفان شاگردن کي پابند ڪيو ويندو هو ته هُو شاعريءَ تي طبع آزمائي ڪن ۽ راڳ ٻڌائن، استادن طرفان ٿيندڙ اهڙي پيشڪش فقير ايوب لاءِ لاپائتي ثابت ٿي ۽ هن پهريون شعر پنهنجي استاد عبدالڪريم ساند کي لکي ڏيکاريو ته هُو تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ کيس تاڪيد ڪيائين ته هُو شاعري ڪندو رهي ۽ راڳ جي حوالي سان ته ايوب فقير جي آواز ۾ درد جو سوز هوندو هو جنهن ڪري سندس گلي مان جيڪي سُر نڪرندا هُئا، انهن جو سوز ٻُڌندڙن تي عجيب سحر





طاري ڪري ڇڏيندو هو. ايوب فقير راڳ جو وڏو ڄاڻو هو. هُو جڏهن پنهنجي موج ۽ مستيءَ ۾ اچي تنبورو کڻي 'الو ميان' ڪندو هو ته اڻ اظهاريل لفظ اظهار جو رُوپ ڌاري شاعريءَ جي صورت ۾ سندس مٿان مينهن ڪڻين جيان وسڻ شروع ڪندا هُئا ۽ هُو انهن لفظن کي شاعريءَ جي مختلف راڳڻين ۽ رُوپن ۾ سمائي امر ڪري ڇڏيندو هو. اهڙيءَ طرح هن فقير مٿان شاعريءَ جا دروازا هِرڪ ۽ بافتي جي ڪپڙي جي ٿانُ جيان کُلندا ويا. هن شاعريءَ ۾ ڪافيون، وايون، بيت ۽ هنديءَ ۾ ڀَڄن لکيا آهن، جن کي پڙهندي محسوس ڪجي ٿو ته سندس شاعريءَ ۾ عالمِ انسانيت جو پيغام آهي، جيڪو سنڌ جي سيني صوفي شاعرن ڏنو آهي، ايوب فقير جو ڪلام ان سلسلي جي ڪڙي آهي. ايوب جو ڪلام ڪهڙي معيار جو آهي، ان بابت فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪن ته وڌيڪ بهتر ٿيندو، باقي آءٌ ايترو ضرور چوندس ته ايوب جي شاعري موسيقيءَ جي سيني لوازماتن تي پوري لهي ٿي ۽ ان کي مختلف راڳڻين ۾ هن پاڻ ڳائي ان جون راڳڻيون ترتيب ڏئي ڇڏيون آهن، جنهن ڪري آءٌ يقين سان چوان ٿو ته ايوب فقير جو هيءُ رسالو شاعريءَ سان دلچسپي رکندڙن لاءِ لاپائتو ثابت ٿيندو.

آخر ۾ آءٌ پنهنجي دوستن انجنيئر محمد صديق ساند، سائين تاج جويي، قاري عبدالغفور ڪنير، غلام علي آريسر، غلام رسول مگرئي، حافظ فاروق آريسر، مهراج روهيت ڪمار، حڪيم نور آريسر، آنند رام پيل ۽ پنهنجي پياري پُٽ عبدالغفور آريسر جو بيحد ٿورائتو آهيان، جن ايوب فقير جي هن رسالي جي ترتيب ۾ وِڪ وِڪ تي منهنجو ساٿ ڏنو ۽ هر طرح جي رهنمائي ڪئي، انهن دوستن جون محبتون ۽ ساٿ نه هجي ها ته شايد سالن ڪان پيل هي ادبي خزانو اُڏهي جو کاڄ ٿي وڃي ها. ان ڪانسواءِ آءٌ بيحد ٿورائتو آهيان سيد سردار علي

شاهہ جو جنهن ثقافتي کاتي حڪومت سنڌ پاران، هي رسالو ڇپرائي هن ادبي خزاني کي محفوظ ڪيو.

هن رسالي جي ترتيب ۾ آءُ ڪيترو ڪامياب ٿيو آهيان، ان جو فيصلو نقادن تي ڇڏجي ٿو پر آءُ فقط ايترو چوندس تہ مون هي پورهيو دل سان ڪيو آهي، جيڪو اُميد تہ پڙهندڙن کي قبول پوندو.

تاريخ
3 آڪٽوبر 2017ع

اوهان جي محبتن جو منتظر
زوهيب آريسر
0346_2372113







# مقدمو

سنڌي شاعريءَ جون نج صنفون ڪافي، وائي، بيت ۽ لوڪ گيت آهن، ٻيون صنفون مائيگريشن ڪري اچي سنڌي شاعريءَ جو حصو بڻيون آهن، اها سنڌي ٻوليءَ جي وُسعت آهي، جو ڌارين ٻولين جي صنفن کي ايئن سمائي پنهنجو ڪيو آهي، جو اُهي هاڻي ڌاريون لڳن ئي ڪونہ ٿيون. البتہ اسان جي موجوده شاعرن ڌارين صنفن کي پنهنجائڻ سان گڏ پنهنجي ٻوليءَ جي نج صنفن ڪافي، وائي، بيت ۽ گيت کي بہ وساريو ڪونهي ۽ نہ اُن کي ڇڏيو آهي. البتہ بيت ۽ وائيءَ جي ڀيٽ ۾ ڪافي گهٽ لکي وئي آهي، پر ڪافي جهڙي مانائتي صنف کي نظرانداز نہ ڪرڻ گهرجي. هتي آءُ هڪڙي ڳالهہ واضح ڪرڻ ٿو چاهيان تہ ٻوليءَ جو جيڪو حُسن سنڌيءَ جي اوائلي صنفن ۾ آهي، اُهو ڌارين صنفن ۾ بلڪل ڪونهي، ڇاڪاڻ جو شاعر جو تخيل پنهنجي ٻوليءَ جي فطرت کي ويجهو هوندو آهي ۽ جيڪو شاعر پنهنجي فطرت کان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، اُهو ڄڻ تہ پنهنجي تخيل کان پري ڀڄندو آهي ۽ فڪر جي آبياري جيڪا پنهنجي ٻوليءَ جو ادب ڪندو آهي، اُها ٻي ٻوليءَ جو ادب هرگز نہ ٿو ڪري سگهي، تنهنڪري پنهنجي ٻوليءَ جي اصلوڪين صنفن کي ڪنهن بہ صورت ۾ ڇڏڻ نہ گهرجي، بلڪ انهن ۾ نوان تجربا ڪري دنيا جي ادب سان ڳنڍڻ جي بہ ضرورت آهي. سنڌ جي ناليواري عالم پير حُسام الدين راشديءَ جي هي راءِ ان سلسلي ۾ اهميت رکي ٿي تہ:

”سنڌ جو فڪر، سنڌ جي تعليم ۽ سنڌي ذهين جي

جيڪڏهن تلاش ۽ تحقيق ڪرڻي هُجي تہ اُها غزل گو شاعرن جي ديوانن مان نٿي ڪري سگهجي، بلڪ ڪافين، ڏوهيڙن ۽ بين ٿيٽ سنڌي صنفن جي ڪاڻ مان مَٽين ۽ هِيرن کي ڪڍي، پروڙي ۽ پرکي سگهجي ٿي. انهيءَ پنهنجي وِٽ کي سنڌ جا رهاڪو دِلي جي وَجت، چپڙن جي جهانءِ ۽ يڪتاري جي سُر تار تي، ڳَن تي هٽ رکڻ بعد ’الوميان‘ سان شروع ڪندا آهن.“ (تہ ماهي مهراڻ 1986/1ع)

پير صاحب جي راءِ سان سهمت ٿيندي، آءٌ پڻ اهو ئي چوندس تہ سنڌي شاعريءَ ۾ ڪافي ۽ بين اوائلي صنفن ۾ جيڪا تخليق ٿي آهي، تنهن سنڌ جي ذهن کي پنهنجي ڌرتيءَ سان گهڻو ويجهو ڪيو آهي، چاڪاڻ جو ڪافيءَ جي رنگت، وائيءَ جا ورلاپ ۽ بيت جي بارش جڏهن شروع ٿيندي آهي تہ سڄي ڪائنات جي حُسن ۾ نِکار اچي ويندو آهي ۽ جڏهن ڪائنات حسين لڳڻ لڳندي آهي تہ شاعريءَ ۾ نيون نيون تشبيهون، نوان نوان استعارا ۽ نيون نيون ترڪيبون اچڻ شروع ٿينديون آهي، جن کي پڙهندي اکيون آشڪبار پيون ٿينديون آهن ۽ ٻُڌندي ڳَن سَرلا پيا ٿيندا آهن ۽ جڏهن اکيون ۽ ڪن سُجاڳ ٿيندا آهن، تڏهن قومون پنهنجو آجپو ماڻينديون آهن.

ايوب فقير آريسر سنڌي ٻوليءَ جو ڪافي گو شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن سنڌيءَ سان گڏ سرائِڪيءَ ۾ بہ ڪافيون لکيون آهن تہ وائي، بيت ۽ هنديءَ ۾ پيچن پڻ لکيا آهن. هن وٽ ٻوليءَ جو نجپٽو ۽ شاعراڻو احساس موجود آهي ۽ هُو راڳ جو بہ وڏو ڄاڻو هو. جنهن ڪري سندس ڪافيون مختلف راڳڻين ۾ چيل آهن، جنهنڪري اُنهن ۾ موسيقيءَ جو رُوح موجود آهي. علامہ آءِ آءِ قاضي چيو آهي تہ: ”شاعري اُها جيڪا ڳائي سگهجي.“





۽ هيرو نڪر لکي ٿو تہ: ”سنگيت ڪافيءَ جو سُهاڳ آهي.“

مٿين ٻن عالمن جي راءِ ڪانپوءِ جڏهن ايوب فقير جي شاعريءَ ۾ جهاتي پائجي ٿي تہ ان ۾ سُر ۽ سنگيت جو اهڙو تہ ميلاپ آهي، جو چپن مان ازخود واه واه جو وِرد شروع ٿي ٿو وڃي. ايوب فقير جي شاعري مجاز کان حقيقت ۽ حقيقت کان رُوحانيت جو سفر ڪري ٿي، جنهن ۾ نہ رُڳو هن جي دل جون ڪيفيتون شامل آهن، پر ان ۾ زميني حقيقتون بہ موجود آهن. جهڙي ريت سچل سرمست جون ڪافيون راڳ ۽ راڳڻين جي 28 رُوپن ۾ چيل آهن، اهڙي ريت ايوب فقير جون ڪافيون پڻ راڳ ۽ راڳڻين جي 22 مختلف رُوپن ۾ چيل آهن. هن جون اڪثر ڪافيون ٻيٽيون آهن، پر ڪجهہ ڪافيون ٽيٽيون ۽ چئوٽيون پڻ آهن ۽ تقريباً ڪافين جو ٿلهہ ٻن سِٽن جو آهي ۽ گهڻيون ڪافيون اهڙيون بہ آهن، جن ۾ ٿلهہ بہ ٻن سِٽن جو تہ مصرعون بہ ٻن سِٽن جون آهن. روحل فقير جون بہ ڪجهہ ڪافيون اهڙيون ملن ٿيون، جن ۾ ٿلهہ ٻن سٽن جو تہ مصرعون بہ ٻن سِٽن جون آهن. هونئن بہ شاعر هڪٻئي جو اثر قبوليندا آهن، ممڪن آهي تہ ايوب فقير، روحل فقير جو اثر قبول ڪيو هُجي. ايوب فقير ڪيتريون اهڙيون ڪافيون چيون آهن، جن ۾ رَسُ ۽ چَسُ جو وڻندڙ ذائقو موجود آهي. اهڙي هڪڙي ڪافي هتي ڏجي ٿي، جيڪا پڙهڻ ڪانپوءِ زبان ازخود چپڙن تي ڦِرڻ ٿي لڳي:

جيڏيون ڏُکن ڏنو هي ڏَس وو ڏَس،
هن گام گُوندر جو گس وو گس.

ڏِس تہ ڏَسيائون ڏونگر واري، سيج سُکن جي ڇڏيم ساري،
بيحد منزل بر ٿر باري، ڪنديس ووڙڻ سان وس وو وَس.

جبل ۾ جالڻ ڪاڻ ڪوهيارِي، هلندس حُب ۾ هاڻ هوڪاري،
موت مُئيءَ کي جي اڳ ماري ڪونهي مُئيءَ کي ڪَس وو ڪَس.

پيرين پيادي پنڌ پراهون، قُربئون ڪنديس ڪاف ۾ ڪاهُون،
روئي رڳينديس هي رند راهُون، لُڙڪن سان لَڪ لَس وو لَس.

اوکو پنڌ ’ايوب‘ اڙانگو، لاحد لنگهڻو آهي لانگهو
ساري ڪٽجان سُورن جو سانگو رِڙهہ تان رهجي رَس وو رَس.

اهڙيءَ طرح ايوب فقير ڪيتريون اهڙيون ڪافيون بہ چيون آهن، جيڪي عورت جي سورهن سينگارن تي مشتمل آهن. پر ايوب فقير جي هي ڪافي محبوب پاران سينگارن کي نامنظور ڪرڻ ڪانپوءِ جي ڪيفيت کي بيان ڪري ٿي، جنهن ۾ هُو سمورن سينگارن کي اجايو سمجهي باهہ ۾ جلائڻ ٿو چاهي:

سي تہ وري ڪيئن سينگار ڪريان،
محبوب ڪيا جي نامنظور.

بُولا، بينسر باهہ ۾ ٻاري، مُرڪيون، والا، واليون واري،
مُون سڀ ڇڏيا ٿي مجبُور.

ڪنمال ڪڙولا ڪنگڻ ڪڙيون ٻاريم ٻانهيون بيڙا ٻڙيون
پوپٽ پنڙا پهرئين پُور.

هن ڪافيءَ جو ٿلهہ بہ ڏيڍ سٽ جو آهي تہ مصرع بہ ڏيڍ سِٽ جي آهي. ايوب فقير فني لحاظ کان ڪوڙ سارا تجربا پڻ ڪيا آهن. ۽





اُنهن تجربن ڪندي بہ هُو ڪافيءَ جي گهاڙيٽي کان بلڪل بہ هٽيو ڪونهي. ان ڪانسواءِ هن پنهنجي ڪافين ۾ ٻوليءَ جو خاص خيال رکيو آهي ۽ چُونڊي نج لفظ استعمال ڪيا آهن ۽ ڪيترن وساريل لفظن کي بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪتب آڻي اُنهن کي جيئندان بخشيو آهي. مثال طور:

ويسلا مَر ويچا وَرهين جا وِڇهہ ٿُون،
وائي وصل جي وري ڪو ورايو.

ڪافيءَ جي هن بند ۾ ’ويسلا‘ لفظ استعمال ڪيو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’ويسر‘ جنهن کي ويسر جي عادت هُجي. هي لفظ موجوده وقت ۾ تمام گهٽ استعمال ٿئي ٿو. اهڙا ٻيا بہ ڪيترا ئي لفظ هن ڪتب آندا آهن. جيڪي ٻوليءَ ۾ لُغوي واڌارو ڪن ٿا. اُن ڪانسواءِ ايوب فقير ٻہ ٻہ- ٽي ٽي قافيا استعمال ڪري ڪافيءَ ۾ وڌيڪ حُسن ۽ سنگيت پيدا ڪيو آهي. جنهن ڪري اُهي ڳائڻ مهل وڌيڪ سوز پيدا ڪنديون. مثال طور:

ڳل سر ڳوڙها لال لَڪن ۾ وو وو وو،
او لُڙڪ وَهايم لَس وو لَس لا لَس وو لَس.

جانب ڏاران جَل جَل جيءَ ۾ وو وو وو،
او گوندر لايم گَس وو گَس لا گَس وو گَس.

سندس ڪافيون خوبصورت تشبيهن جو سنگم آهن. هن جي شاعريءَ ۾ محبوب جا ماڻا، ناز نخرا، رُسڻ پرچڻ، ڳل ڳراٽڙيون تہ آهن ئي آهن، پر هن پنهنجي ڌرتيءَ جي موسمن، پکين، ريتن، رسمن، ولين، گاهن ۽ ٻوٽن کي ڏاڍي شاندار نموني محفوظ ڪيو آهي. سندس

شاعريءَ پڙهندي ڪٿي بہ ايئن نہ ٿو محسوس ٿئي تہ هُو پنهنجي ويڙهن ۽ ويڙهيچن، سنگهارن ۽ سانگين، سُورمن ۽ سُورمين، ڏُکن ۽ ڏولاون کان غافل رهيو آهي. هُو سنڌ جي واهڻين ۽ وستين ۾ رُلندو، ڀٽڪندو ۽ مُشاهدا ڪندو انهن کي شاعريءَ جي سون سريکين سِٽن ۾ سمائيندو رهيو. هن شاهہ سائينءَ جي نقش قدم تي هلندين سُورمين کي بہ ڳايو آهي، جنهن ۾ مارئي جي وطن پرستي، نُوريءَ جي نياز ۽ نِوڙت، سسئي جا ڪشالا ڪيڻ، ليلا جي لالچ، سورٺ جي سُورهيائي ۽ مومل جي مُرڪ کي موتين جي مالها جيان پِروئي امرتا بخشي آهي. مارئي جي حُب الوطني ۽ پنهوارن جي پِريت، ٿر جي سِڪ کي مارئي واتان ڪيڏي موهيندڙ انداز ۾ بيان ڪرايو اٿس.

**مارئي:**

ڳٽيان ڪيئن ڪوٽن ۾ تاريلِي جا ٿَر جي،
هِڪڙي سِڪ ساٽيهہ جِي، وَنجهل ٻِيءَ آءٌ وَر جِي.

لائق مان ناهيان، لوئِي ڪيئن لَجايان،
اُميدوار آهيان، پنوهارن جي پَر جِي.

**نُوري:**

ڪم نسل جي ڪوجهڙي، مان مُهاڻي آهيان،
عشق ڄام جي اُجاري، عَيبن هاڻي آهيان.

ڄَم ڄمار ڄار جي، ڄاپندي ڄري لڳم،
ڄاڻ ڄاڻڻ مان نہ ڄاڻان، ڄَٽ ڄَٽِياڻي آهيان.





**سسئي:**

وارِي ڪنهنجي ڪين ڪي ورنديس، ماڳ پُڄان يا مارڳ مَرنديس،
ڏُونگر ڏِسيو مُور نہ ڏَرنديس، چوٽيءَ چڙهڻ چاهينديس.

**ليلا:**

ڇَاڳَ چنيسر توسان هُيَم هزارين هَر هَر،
هَار ڳَيُس هِت هَلڪِي جوش جَلايم جِيئَڙَا.

**مومل:**

ڳرهو ڪاهي آڇ ڳاڪ وَسائِج،
پِرتَگُون پيير پيري اچي پاڻ پَسائِج،
ساهہ مُنهنجو توکي ساري راڻل.

**سورٺ:**

ٽُونهِي تَند طَلب جي توڙ وَڄائِج ڌَن ڌَن مَن ۾،
ٽُون هِي ٽُون جي تَند تَنوارِج، ٻِيائي کي هِت ٻوڙ
ڏيئي ٻَن ڌَن ٻَن ۾.

ڪافيءَ جي شاعر کي سڏيو ئي عوامي شاعر ويو آهي، جنهن ڪري وٽس ٻولي بہ عوامي هوندي آهي تہ خيال جي اُڏار بہ عوام جي هُجوم تي هوندي آهي. ايوب فقير توڙي جو ڪي ڪافيون اهڙيون بہ چيون آهن، جيڪي تصوف جي رنگ ۾ رڱيل آهن، پر سندس گهڻو لاڙو مِجاز طرف ڏسجي ٿو. محبوب جا ماڻا ئي هن جي شاعريءَ جو محور آهن.

ايوب فقير، اعجاز شاهہ، مخدوم طالب المولي، صادق فقير ڀنيري، شاهنواز شاهہ ’عارف المولي‘ ۽ خانصاحب عبدالڪريم ’ڪريم‘ پليءَ جو همعصر هو. مون هتي هنن مخصوص شاعرن جو

ذڪر ان ڪري بہ ڪيو آهي، جو هيءُ سيپيئي نالا تمام گهڻا پڙهيل هُئا، سندن مطالعو عالمي پايي جو هو ڪين سنڌيءَ ڪان علاوه ٻين ٻولين جي بہ ڄاڻ هُئي. ايوب فقير جي سنڌي، سرائيڪي ۽ هندي ڪافين ۾ عربي، فارسي ۽ ٻين ٻولين جا ڪيترائي لفظ موجود آهن، جنهن مان واضح ٿئي ٿو تہ هُو گهڻو پڙهيل عالم هو. خانصاحب عبدالڪريم سان تہ سندس گهڻي ويجهڙائي بہ رهي ۽ پلي صاحب، فقير کي تمام گهڻو پائيندو پڻ هو. جنهن ڪري هنن ٻنهي شاعرن هڪٻئي جو اثر پڻ قبوليو آهي.

ايوب فقير جون ڪُل ڪافيون 234 آهن. جن مان 187 ڪافيون مختلف راڳڻين ۾ چيل آهن، 16 ڪافيون بنا راڳڻين جي، 16 ڪافيون سرائيڪيءَ ۾ آهن. اُن ڪانسواءِ 15 ڪافيون متضاد آهن، ڇاڪاڻ جو هنن ڪافين ۾ 'جذبہ علي' تخلص استعمال ڪيو ويو آهي، تنهنڪري انهن ڪافين متعلق ڪا حتمي راءِ جوڙي نہ ٿي سگهجي. ان سلسلي ۾ مون ان دَور جي ڪيترن ئي ماڻهن کان معلومات ورتي، پر تقريباً ڪنهن بہ 'جذبہ علي' بابت حتمي راءِ نہ ڏني. البتہ ڊاڪٽر اسد جمال پلي ٻڌايو تہ: ”مُون، راج محمد پلي جي ڊائريءَ ۾ 'جذب علي' جو ذڪر پڙهيو آهي، ان نالي هڪ ماڻهو ايوب فقير سان گڏ رهندو هو پر هُو شاعر نہ هو ايوب فقير سان گڏ خانصاحب عبدالڪريم پلي جي اوطاق تي رهندو هو موالي هوندو هو فقير ڪيس گهڻو پائيندو هو ممڪن آهي تہ ايوب فقير ان 'جذب علي' کي ساريندي تخلص طور اهو نالو استعمال ڪيو هُجي، ان کان علاوه ٻيو ڪوبہ اهڙو ماڻهو ڪونہ ٿو سُجهي، جنهن لاءِ چئجي تہ ان جو ڪلام ايوب فقير جي ڪلام سان ملي ويو هُجي. ايوب فقير ڪجھ ڪافيون وراڻيءَ واريون بہ لکيون آهن، جيڪي وراڻيءَ وارن بيتن جي سِٽاءُ جهڙيون آهن، مثال طور:





سَاهڙ ٿُون سَردار يار، سِگهو رَسج سير ۾،
سِگهو رَسج سير ۾، هِن واهڙ سَندي وير ۾.

وائي:

وائي لاڙ جي صنف آهي، هن جو مؤجد ميون عنات رضوي آهي، پر هيءُ صنف هن وقت سڄي سنڌ ۾ لکي وڃي ٿي. وائيءَ جا بہ مختلف گهاڙيٽا آهن، هيڪوٽي، ڏيڍوٽي، ٻيٽي ۽ اڍائوٽي وائي لکي وئي آهي. ايوب فقير بہ وائيءَ جي صنف تي طبع آزمائي ڪري نهايت ئي خوبصورت وايون لکيون آهن، پر ايوب فقير وائيءَ جي فني سٽاءُ ۾ ڪو نئون تجربو نہ ڪيو آهي ۽ نہ ئي ان ۾ ڪا تبديلي آندي آهي. هن فقط هڪڙي سٽاءُ ۾ ڏيڍوٽي وائي لکي آهي. ٿلهہ ڏيڍ سٽ جو ۽ مصرع اڍائي سٽن جي. سندس وائيءَ جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

سنگهارن کي ساريان ڪيئن گهاريان،
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

پنهنجي پَٽ پنوهارن سان،
پهچي شال پاريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

پيڙي تن پِٽن ۾،
چانگون چيلڙا چاريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

ايوب فقير جي هن وائيءَ ۾ مارئي جي ظاهري ڪيفيت بيان ڪئي وئي آهي. پر هن وائيءَ جي وراڻي ”من وِنجهلڻ آهي مُنجهايو.“ نهايت ئي پُراثر آهي.

بيت:

بيت، سنڌي ٻوليءَ جي آڳاٽي صنف آهي، سنڌي شاعريءَ جي ابتدائي دَور ۾ جيڪا پهرين ڪلاسيڪل صنف سامهون آئي آهي، سا بيت آهي. جيتوڻيڪ اساسي شاعريءَ جو پهريون شاعر قاضي قادن ڪي ڪوٺيو ويو آهي ۽ قاضي قادن جو هن وقت تائين جيڪو ڪلام مليو آهي، سو بيت ئي آهي. قاضي قادن سمن جي آخري دَور ۽ ارغونن جي شروعاتي دَور ۾ ٿي گذريو آهي. پر سنڌي شاعريءَ ۾ بيت ان کان گهڻو آڳاٽو مليو آهي، ماموئي فقيرن جا بيت ۽ اسحاق آهنگر جا بيت ان جو ثبوت آهن. تنهنڪري قاضي قادن کي پهريون اساسي شاعر ڪوٺڻ ڪنهن به ريت دُرست نہ آهي. اُن کانسواءِ شاهہ ڪريم جا بيت به اسان کي ملن ٿا، جن جو سِٽاءُ به ساڳيو هڪجهڙو ئي آهي. ڏنو وڃي تہ بيت مختلف مرحلا طئي ڪري، لطيف وٽان جڏهن اياز وٽ پهچي ٿو تہ اياز اُن ۾ جِڻ تہ رُوح وجهي ٿو ڇڏي. لطيف کانپوءِ اياز جهڙو بيت ٻئي ڪنهن به ناهي لکيو. نہ قاضي قادن ۽ نہ موجوده دَور جي ڪنهن ٻئي شاعر. ان جي باوجود سنڌي شاعريءَ ۾ بيت اڄ به پنهنجي اَوج تي پهتل ڏِسجي ٿو. جديد شاعرن ۾ ادل سومري، آسي زميني، نواز خان زئور، وسيم سومري ۽ حاجي ساند تائين شاهڪار بيت لکيا ويا آهن.

ايوب فقير بہ ڪُجهہ بيت لکيا آهن، جيڪي فني لحاظ کان ٻن، چئن ۽ ڇئن کان وڌيڪ سٽن تي مشتمل آهن. ان کانسواءِ بہ ايوب فقير وٽ بيت ۾ انفراديت ڏسجي ٿي، مثال طور:

نَام سَانگ جي لاَڄ، رَهجِي اَچي رَمز ۾،
رَاضِي رَهج رَاز ڏَٽِي، تَہ رُنَل پَرچَن رَاڄ،
هَادِي تُنهِنجي هَٿ ۾، هَرڪا آهي هَاڄ،





سَڀ سُڌَارِج ڪَاڄ، عَاجِز هِن 'ايوب' جَا.
عَاجز هِن 'ايوب' جَا، وَارث پِير وسيل،
اُجاريج اَصِيل، آهيان تُنهنجي آسري.

هن بيت ۾ ڏسجي تہ ٽلهہ وارو بيت ڇئن سٽن جو آهي، ۽ وراڻيءَ وارو بيت ٻن سٽن جو آهي، اهو سٽاءُ ٻئي ڪنهن شاعر وٽ نہ ٿو ڏسجي. ايوب فقير ڪافي ۽ وائي جيان بيت ۾ بہ ٻولي ٺيٺ استعمال ڪئي آهي ۽ وٽس لفظن جو بہ وڏو ذخيرو ڏسجي ٿو ۽ لهجو، اسلوب ۽ گرامر ۾ وٽس پُختگي آهي.

هندي پچن:

سنڌ ۾ هن وقت پچن لکجي ئي نہ پيو، نہ تہ ڪنهن دَور ۾ سنڌ جي مختلف علائقن ۾ پچن گهڻو لکيو ويندو هو، نہ فقط لکيو ويندو هو، پر پچن سنڌ جي ڪيترن راڳين ڳايا بہ آهن، جن ۾ موجوده دور جو انتهائي بهترين راڳي صادق فقير بہ پچن ڳائي ڇاڻندو هو. ايوب فقير بہ ڪوڙ سارا پچن لکيا آهن، جن تي هنديءَ جو رنگ نُمايان آهي، ۽ سندس ٻوليءَ ۾ هنديءَ جا لفظ گهڻا آهن، ۽ پچن جو سٽاءُ بہ ڪافي ۽ نظم وارو آهي، مثال طور:

سَانجهہ پَڙي، اَب تُم گهر آئو،
سَجن هماري پاس، سَجن هماري پاس.

پتڪَت پتڪَت هين هم پولي،
دِن تو بَرا بَرماس.

ايوب فقير جو نالو سنڌي شاعريءَ جي انهن ٿورڙن شاعرن ۾ ڳڻي سگهجي ٿو جن سنڌي شاعريءَ ۾ پنهنجي الڳ ڇاپ ڇڏي آهي.

هن جو ڪلام مجموعي طور نج عوامي آهي ۽ هن صنفن جي چونڊ بہ عوامي ئي ڪئي آهي. خاص ڪري جڏهن سندس هندي پچن کي پڙهجي ٿو تہ ذهن ماضيءَ جي پولارن ۾ گُم ٿي ٿو وڃي، جنهن وقت سنڌين جي ايڪتا جا چرچا پوري دنيا تائين پهتل هوندا هُئا.

ايوب فقير جو هي ٽڙيل پکڙيل مواد نوجوان شاعر زوهيب آريسر سهيڙي **"ايوب فقير جو رسالو"** جي نالي سان منظر تي آڻي، سنڌي ادب تي وڏو احسان ڪيو آهي. چاڪاڻ جو سنڌي شاعريءَ ۾ ڪافيءَ جي صنف گهٽي گهٽجي وئي آهي، اهڙي وقت ۾ هن صنف کي جي جيئندان ملي ٿو تہ اُهو ڪم جس لهڻي.

علي نواز
آريسر
**حيدرآباد**
0334_1851018







# نعت

ڏينهن رات طلب تات وائي وات محمد،
اثبات ڪيو ذات لنوين لات محمد.

قسم آهي رسم ناهي سندم ساهہ محمد،
شهنشاهہ وڏي وهہ واهہ سيد ذات محمد.

لولاڪ آهي املاڪ حقي هاڪ محمد،
حق پاڪ چيو چاڪ ڏيئي ڏات محمد.

آباد رهي شاد صلي عليٰ محمد،
فرياد لاءِ داد ڪيم ياد محمد.

حبدار سندو هار ۽ سينگار محمد،
هروار طلبگار ٿي فڪرات محمد.

ايوب’ آ مجذوب تون محبوب محمد،‘
مطلوب چوان خوب ٿو صلوات محمد.



# ڪافي

ٿلهہ:

پُنهل پياري پيچ اديون ڙي،
وِڌم ورائي وَر ور ڏيئي.

پاڻ پَلائي پارس آيو، وِلهين وسيلو وارث آيو،
ويم وچوڙو ويچ اديون، ساڀَ سُڪائون پيم سيئي.

سودي سانگي ساٿ ڏٽي، آيو ڪٿوريءَ مُشڪ ڪٽي،
سوچي ڏسي سرويچ اديون، نينهن اڙايون تان نيئي.

شهر ڀنڀور ۾ شان وڏي سو، تنبو تيلا دولان اڏي سو،
ڪامل والي ڪيچ اديون، وڌم ويچي وجڻ ڪي ويئي.

ايوب' اُٿاري ساڻ اشاري، موهيس منڙي يار موچاري،
ڀلين تہ لڳو هي پيچ اديون، پِرت پُکي آ پُنهل جي پيئي.



## ڪافي

ٿلهہ:

سپ ڪنهن وري سَرندي الو،
مُون نہ سجڻ رِيءَ سَري.

عشق جون آگاهيون، وَهہ واهہ مِليون واڏايون،
بِرهہ لايون باهيون، ٻاريو پيئي ٻرندي الو
ٻارڻ اندر منجھہ ٻَري.

اڳ نہ ڄاتو مُون هيءَ ڄاڻ، پروس ٿيو اٿم پنهنجو پاڻ،
سرتيون سيئي آهيو سُڄاڻ، ويھي ڏيو ورندي الو
وس ڪنئون ويئي سا ڪيئن وري.

ڳَل نہ پِيم ڪنهن واءَ جي، هن درد جي درياءَ جي،
سختي لڳي اٿم ساهہ جي، سا تارَ ڪيئن ترندي الو
اڻ ڄاڻ آيس منجھہ اَري.

ايوب' اوکي دل اَڙي، جانب اٿم توسان جَڙِي'
سڪ ۾ سڪايل هيءَ سڙي، رِيءَ ملڻ مرندي الو
آءُ مِل مٺا نہ تہ ٿي مري.







## ڪافي

ٿلهہ:

جيڏيون ڏُکن ڏِنو هي ڏَس وو ڏَس،
هن گام گُوندر جو گس وو گس.

ڏِس تہ ڏَسيائون ڏُونگر وارِي، سيج سُکن جي ڇَڏيم سَارِي،
بيحد منزل بر ٿر باري، ڪنديس ووڙڻ سان وس وو وَس.

جبل ۾ جالڻ ڪاڻ ڪوهيارِي، هلندس حُب ۾ هاڻ هوڪاري،
موت مُئيءَ کي جي اڳ ماري، ڪونهي مُئيءَ کي ڪس وو ڪس.

پيرين پيادي پنڌ پراهون، قُربئون ڪنديس ڪاف ۾ ڪاهُون،
روئي رڱينديس هي رند راهُون، لُڙڪن سان لَڪ لَس وو لَس.

اوکو پنڌ 'ايوب' اڙانگو لاحد لنگهڻو آهي لانگهو،
ساري ڪٽجان سُورن جو سانگو رِڙهہ تان رهجي رَس وو رَس.



# ڪافي

ٿلهہ:

ڏِنو ڏيھہ مُون سڀ ڏوري، اَجھو آهي نہ ٻيو توري،
سچا سردار سِگهڙي سار، لهجان يار اڄ اوري.

اِسم تنهنجو اول آيو، چُميو عاشق وَتن چايو،
وينا ڳائن وڄائن وھہ واھہ، سدا رنگ ساز سُر ٺاهيو،
تَن تسبيح مَن مٽيو، رِل مِل راڳ رنگ لايو،
اٿم اُڻ تُڻ سُٺي سُڻ پُڻ، ڇَهڪ ڇُڻ پُڻ وِڏا چوري.

جيڪي دمڙا جيئان هِت پيو، سڄڻ صدقي ٿِيان هِت پيو،
اَمر اَزل سندو آيو، نباهيو سو نِيان هِت پيو،
اُميدون آسرا تو ۾، اهي ڏيڙا ڏِيان هِت پيو،
تاري تار ڪرين پار، ڪارونيار مان پوري.

حقيقت حال جي ساري، اٿئي معلوم مون واري،
سوا تُنهنجي نہ ٻي سھٽا، لڳي قابل سندي ڪاري،
هر مشڪل ڪشا محبوب، منهنجي ڪر مددگاري،
شهنشاھہ ٿي همراھہ، بندو بيواھہ بي زوري.

سُٽج فرياد تون سرور، دفع دشمن ڪجان دلبر،
بحر رحمت سندو بادل، وسائج پيو وسي هر گهر،
عرض ‘ايوب’ جو آهي، پناھہ ۾ رک پرين پرور،
هٿين خالي وتان والي، صرف سوالي ٿو سِر گهوري.







# ڪافي

ٿلهہ:

وِساريان نہ وِسري پنهوارن جو پاڙو،
سانگين سوا هي ٻيو لوڪ سڄو ٻاڙو.

نِڌر آءُ نماڻي، سُورن لاءِ ساماڻي،
ڏُکيءَ کي ڏهاڻي، روئڻ روڄ ۾ راڙو.

درد دل ۾ رکيو آهي ڏيل ڏُکيو،
اصل ايئن لِکيو، ڏُکيءَ جو هر ڏهاڙو.

ڀڪل طعام پورا، وٺن مُون نہ مورا،
سُمهڻ سُک سمورا، سنگهارن رِيءَ ساڙو.

هِتي هاڻ هُن ري، تِڳان ڪيئن تِن رِيءَ،
ايوب’ اُن رِيءَ، مُئيءَ جو نہ چاڙهو.‘



## ڪافي

ٽلهہ:

دلڙي نہ تون دلگير ٿي،
دلبر سنديون ديريون پَسي.

رنج رُڪاوٽ رول سڀ، پولا لاهي هل پول سڀ،
ڳجهڙيون ڳليون اُٿ ڳول سڀ، محڪم مڃي مهمير ٿي،
چِرڪين متان چيريون پَسي.

جيئن جيئن جُدائي ٿي جَجهي، تيئن تيئن سُور سڀ ٿيئڙا سجهي،
رمز انهي منجهہ رَجهي، ڪامي مثل ڪندڀ ڪير ٿي،
گهبراءِ نہ گهيريون پَسي.

هرڪا گهڙي هوشيار رهہ، باري بِرهہ جا بار سَهہ،
دم ۾ ڳولي دلدار لَهہ، ويڇا وجهي هڪ وير ٿي،
وِرچين متان ويريون پَسي.

طلب جنهنجي تار ٿئي، ياد سو جي يار ٿئي،
ايوب’ هلي پار ٿئي، ايندا پرين اڪثير ٿي‘
مافيون ڏين ميريون پَسي.







## ڪافي

ٽلهہ:

اديون اڄ ارواح، ساهڙ ساريو آهي ساهہ،
اوهين ڏَسيو ٿيون اٿڪل اهڙي، جنهن منجهہ جيءَ وِڻاهہ.

واري نہ ڪنهنجي ورنديس آءٌ، پِر پانهن جي ڀِرنديس آءٌ،
طلب اٿم وچي ترنديس آءٌ، دِلي بنا هيءَ درياهہ.

پاڙي واريون پُڇو اوهين ٿيون، ڪيڏو نہ رکيو ڪچو اوهين ٿيون،
سُخن پُڇو جي سچو اوهين ٿيون، هُن پِر حامي هيڻن جو همراهہ.

گهوٽ ڪري جڏهن گهوٽي ايندم، سِير ۾ ساٿي سوئي ٿيندم،
جام جياپو جوئي ڏيندم،ڇُڪيءَ پيئڻ جو آهيم چاهَہ.

ايوب’ ايندو يار اُجارو، اچي اُڪاريندو پار پيارو‘
تار منجهان سو تارڻ وارو، شاهن مٿانهون شهنشاهہ.



## ڪافي

ٿلهہ:

هلندي ڪا هوشيار، جاڻي منهنجو محب ميهار،
سِر جا سانگا سپئي وِساري، سائي پَسندي پريون پار.

واهڙ ويهون وهن جتي ٿا، مواس مانگر رهن اُتي ٿا،
سُوسٽ سرٽا ڪن ستي ٿا، واڳون وچ تي سوين سُڄن سيسارَ.

دهشت وارو دَور درياھ، اُلٽا اُلٽا آر اوڙاھ،
ڪڙڪن ڪُن ڪريو ڪاھ، ڪوڙين اندر ڪارونپار.

سير سمونڊ جي ثابت ساري، تنهن مان ترڙو ڪري تياري،
ڪا ڪا ايندي قُرب جي مارِي، لڳڙي جنهن کي عشق جي لغار.

ايوب' اول عشق اُجاري، ٿُرهو تَوَڪل وارو ڏاري،
هلنديس هيڪل ساڻ هوڪاري، متان ميهر ڏي نہ ميار.







## ڪافي

ٿلهہ:

آر اَڏِيءَ تي اچڻو اٿئي، عاشق ٿي آءُ اوري،
صدقي سِرڙو سَو سَو ڀيرا، گهور ڪري اڄ گهوري.

اَول سُڄاڻ پنهنجو پاڻ، جنهن ۾ ڪوئي غير نہ آڻ،
ڪامل قُرب قريب جي ڪاڻ، ڏيهہ ڏِسيون ڏِس ڏوري.

سمجهہ سُڄاڻ ڄاڻڻ ڄاڻ، پَروَس پرکڻ آهي پِرياڻ،
اُونهو بحر عميق اڄاڻ، متان ٻُل ٻوين گَنهن ٻوري.

سُورهيہ سوري سمجهہ سموري، نازڪ نظارو آهي نُوري،
تنهن تي پنهنجي پرت رک پوري، چنگ ڪري اڄ چوري.

ايوب' آرو محبت وارو، اٽجهل آهي اُلٽ اوپارو،
جنهن جو جهان آهي سارو، آءُ نہ پُڄاڻ هڪ ٿوري.



## ڪافي

ٿلهہ:

مُنهنجي دِل ڏُتاري سو دلدار ويئڙو،
قيدي قُرب ۾ قُربدار ڪيئڙو.

ڪنهن ڪي ڏُک نہ ڏَسڻو، رِڙهي راهہ رَسڻو،
پَس پيش پسڻو او هو پار پيئڙو.

ڏئي پيار پالي، سندم ساهہ سنڀالي،
وڻي نال نالي، مني يار نيئڙو.

ڪيون هاڻ هيڏيون، ساڻم رُوح ريڏيون،
جيئري نہ جيڏيون، جَتي ڏار جيئڙو.

لڳو نينهن نِروار، جانب سان جنهن وارَ
’ايوب‘ جو آر، اظهار ٿيئڙو.







## ڪافي

ٿلهہ:

مُنهنجي ليکي ملڪ سڄي جو،
حاڪم آهي حشمتدار.

ساريو سهاڳ جي ساڳڻ ڏيٺي،
ڀنڻ ڪريان مان ڀينر ويٺي،
عام سڄي ۾ ٿي اظهار.

سُک جون سٽائون ساريون ڇڏيم،
اڀرو نجهرو اولو اڏيم،
شايد آيم شرم شمار.

جاڳر جوڙيم ويهي جنهن لاءِ،
تڙڦان تڙڦان پئي تنهن لاءِ
سوئي لهندم سار سنڀار.

ارمان ’ايوب‘ ڪي اصل نہ آهي،
جيڪر ويجهو وصل نہ آهي،
سارڻ سِڪيس ساري ڇمار.



## ڪافي

ٿلهہ:

سي تہ وري ڪيئن سينگار ڪريان،
محبوب ڪيا جي نامنظور.

ٻُولا، بينسر باهہ ۾ ٻاري، مُرڪيون، والا، واليون واري،
مُون سڀ ڇڏيا ٿي مجبُور.

ڪنمال، ڪڙولا، ڪنگڻ، ڪڙيون، ٻاريم ٻانهيون، ٻيڙا ٻڙيون،
پوپٽ پنڙا پهرئين پُور.

سرتيون سيئي سُک ۾ سُهاڳي، آءٌ جا ڏُکياڻي ڏُک ۾ ڏُهاڳي،
دوست وسي ٿو دلبر دُور.

سيج سُکن جي ڇڏيو ساري، ويني وَسايان سِر تي واري،
کهڙو نہ ڄاڻان لڳم ڪلُور.

هار حِرص جا هاڻي پائڻ، لوڪ سڄي ۾ پاڻ لڄائڻ،
مَرڪ نہ مُنهنجو آهي مُور.

ايوب' اِشارت جيڪا جوڙين، قابو رَهجان قدم نہ موڙين،'
مردن وانگي ٿي مَشهُور.







## ڪافي

ٿلهہ:

وَري آ وَري ٿُون وَڃ نہ پَري،
ڳامِل ڪيچي يار ڪوهيارا.

روهہ رُڃن ۾ رُليس آءٌ، ڇپر ۾ چوري چُليس آءٌ،
ڏونگر ڏاڍا ڏسيو ڏَري، دِلڙي ويچاري دهشت وارا.

سخت سُجهن ٿيون صاف سُڄون هي، آهي جن ۾ حال اُجون هي،
شال ٻِريت جا پيير پري، پيش پوان مان تنهنجي پيارا.

جهنگ جبل مان جهاڳي مرنديس، واري نہ ڪنهنجي ڪڏهن ورنديس،
ڏاران ملڻ جي ماندي مري، جانب جاني جيءَ جا جيارا.

ايوب' اڙانگو آهي ڏاڍو، ڪاف ڪشالو قرب جو ڪاڍو،'
ڪُنل ويچاري ڪيئن ڪري، پيرين پيادي پُنهل پاڳارا.



## ڪافي

ٽلهه:

ڀُنهل ڀاڻ ڀنهنجو سُڃاڻي ٿي ساڻِي،
اُجاريج اگلي آهيان عيب هاڻِي.

ڏوهڻ ذات ڏارين، نه دَر تان ڌِڪارين،
ڀنهنجو ٻول ڀارين، اصل جو آرياڻِي.

ڏُکي دِل ٿي ساري، ويهان ڪيئن وِساري،
مُنيءَ کي ٿي ماري، قُرب جي ڪهاڻي.

اچي ٿي آخري وڇين وقت نيري،
ڀوڀون ڀهر ڀيري، وڃي هڏ وهاڻي.

ايوب’ عاصي، هيءَ ڀينار ڀياسي،‘
اَپرو اُداسي، ڏَري ٿو ڏهاڻي.





ايوب فقير جو رسالو

## ڪافي

ٽلهه:

ويئڙا نه وريا وارُو وطن تي،
لکين لاک لِکيا مُون خطڙا خطن تي.

سنجهي ساٿ ڀنهنجو سُجهندي سنڀاليو،
سانبيري سفر جو سَڏو ٿيو سُتن کي.

هينئڙي ۾ هل چل هُري ڀئي هوتن جي،
حرف ناهي هڪڙو جيڏيون جتن تي.

ڀُني تن جي ڀيري ڀُرندياس ڀيئي،
ڀُڄان شال ڀيادي، ڀُڃائي ڀتن تي.

ايوب’ اُڻ ٽُڻ اندر آهي جن جي،‘
ڀُڄان مان ڀَر ڪنهن ويچاري وڇن تي.



## ڪافي

ٹلھہ:

پرين پاڻ اچ يا مون کي گُھرايو،
رهي رات ڏينهن ٿو اهو رُوح رايو.

جڳ پال جاني جيءَ جيارا،
جلدي جشن ڪو جيئري ڪرايو.

ويسلا مَ ويچا وَرهين جا وِجھ ٿُون،
وائي وصل جي وري ڪو ورايو.

ٻُڏج ٻاجھ پِريا ٻوليون ٻَريل جون،
ٻاراھو ٻَري آهي ٻارڻ ٻرايو.

ايوب’ عاجز اُڪنڍ ۾ اوهان جي،‘
اجھو آهين عربي عرض هيءَ آلايو.







## ڪافي

ٹلھہ:

دل جو ڪري دلدار سان واپار،
سُک تَہ مَٿي مُون سُور پِرايا.

مليم مقابل ويهي سرتيون، وصل وِصال جون وِرچُون ورتيون،
صُورت جي سردار سان هِڪوار.

محبت مُرادي مِليم موڙي، مام جنهنجي مُون نہ پَروڙي،
جڏهن ٿِيس جنهن وار ڪان ڏار.

سُود سَٽائو سودو ٿِيئڙم، هجر فراق هيءَ پلئہ پيئڙم،
وهم وصالي ويم ويچار سان هر ڪنهن وار.

رهبر عشق اچي رنگ لايو، عقل اتي ڪجھ ڪم نہ آيو،
اصل ‘ايوب’ اُجار سان اقرار.



# ڪافي

ٿلهه:

ڏاڙهو هٽي تي نہ ڏار،
دلڙي ڪسي دلبر مٺا.

اکيون اَڙيُون اک ۾ جڏهن، ٻئي ٻَڏيُون ٻک ۾ تڏهن،
ڪنهن نہ لَکيُون لِڪ ۾ ڪڏهن، ٻُوند ٻَرسي جيئن ٻهار،
تيئن ڪڪر تِن ۾ وٺا.

ٿِيون درشن پَسي ديوانيون، ڪيون مُرڪڻ تنهنجي مستانيون،
هر هر وَتن حيرانيون، لال لُڙڪن لک هزار،
ڪارڻ تنهنجي ڪئين ڪٺا.

نيڻن نظارو نينهن جو نيئي ڏيکاريو ڏينهن جو
تنهن شوق واري شينهن جو درشن پَسي ديدار يار،
فخر ڳَيَڙم سپ ڦِٽا.

ايوب' تي احسان ڪر، ڏٺيم وري ڪو ڏِيان ڏَر'
ڦهري نہ چشمن ڪانَ پر، منهنجيون نہ ڪر مديون شمار،
ڏوهہ جيڪي تو ڏٺا.







# ڪافي

ٿلهه:

نالي نام خُدا تون جانب ٿي نہ جُدا،
مان تہ ماندو مسافر پيو يار مران.

تنهنجو حُسن پَسي مان حيران ٿِيس، تنهنجي مُرڪڻ موهي مستان ڪيس،
نانگو صاف نسنگ مان نشان ٿيس، تنهنجو وصل مٺا ٿو وينجهار گُهران.

جڏهن بِرهہ بدن کي بهار ڪيو، تنهنجو عشق چُمي مون اختيار ڪيو،
ناتي نينهن مون کي آهي نِروار ڪيو، ٿيندو داد منهنجو تو دلدار دَران.

وِندر تولاءِ مان ووڙيان ٿو، مُنهڙو مُور نہ مان توکان موڙيان ٿو،
لکيو لوح قلم جو هِت مان لوڙيان ٿو، پيو ڳِٽين ۾ هِت آءٌ يار مران.

ايوب' چوي عاجز آهيان مان، نوڪر نام تنهنجي جو چَوايان مان'
دلدار توريءَ ڪنهن در دانهيان مان، هاڻي ٿو سيد تنهنجي تار تَران.



## ڪافي

ٿلهه:

ڏکي دل تي ساري هنجون روز هاري،
مَتي ديس دلبر ويٺين تون وِساري.

وجي هڏ وهاڻي ڏُکن ۾ ڏهاڻي،
عُمر هي اَجائي اڄ يا سُڀاڻي،
اچي تي اَخيري ماريو آ مونجهاري.

جيئري ملين تون جيڪر جاني،
وڃن دُور دُک تي هتي سڀ حيراني،
اچي مِل عجيبا وري واڳ واري.

ڏينهان رات تنهنجي طلب تات آهي،
وائي نه ٻي ڪا منهنجي وات آهي،
ڪري قلب ڳُوڪون پل پل پُڪاري.

اُٺ ٺُٺ اندر ۾ رهي روز شب تي،
لڳو عشق 'ايوب' آهي عجب تي،
چِتي چوٽ چاڙهيو آ نيهي نظاري.







## ڪافي

ٿلهه:

دوست بنا دل ماندي، بالم بنا دل ماندي،
او ويئي ڪان منهنجي وَس وو وَس لا وَس وو وَس.

عجب نه ڏي ڪا اَرٿ ۾ آٿڻ وو وو وو،
او چرخو مون کي چَس وو چَس لا چَس وو چَس.

ڳل سر ڳوڙها لال لَڪن ۾ وو وو وو،
او لُڙڪ وهايم لَس وو لَس لا لَس وو لَس.

جانب ڏاران جَل جَل جيءَ ۾ وو وو وو،
او گوندر لايم گَس وو گَس لا گَس وو گَس.

ايوب' اندر مان اصل نه وِسري وو وو وو،'
او رُوح رِهاڻيون رَس وو رَس لا رَس وو رَس



## ڪافي

ٽلهہ:

پيبج پني برسات پلو، ڪيو ظهورو ذات پلو،
بادل بنجي بَرسَر آئي، توحيدي تجلات پلو.

جيڪا گذري سهڻي ساعت، توفيق عطا ٿي ڪارڻ اطاعت،
رحمت رب جي رُوح کي راحت، ڏني سُريلي ڏات پلو.

وهہ واهہ ديس وڏائي وارا، سپ ڪنهن صُورت پَسيا رُوپ سارا،
نوان هزارين ناز نظارا، حاصل ڪيا حُسنات پلو

بُوند بِره جي بَر ٿَر برسي، تاز بہ تازي تڙ تڙ ترسي،
ساپڻ خاطر ساوڻ سرسي، وَسيو ڪري وصلات پلو.

عجب ‘ايوب’ عشق اُجارو، بَر سَر آيو باري بارو،
منڊل ملار محبت وارو، اچي ٿيو اثبات پلو.







## ڪافي

ٽلهہ:

دوا درد منهنجي لاءِ ديدار ڪپي،
ٻيو پِرين پيارل تنهنجو پيار ڪپي.

لائي نِينهن نِسنگ نِماڻن سان، ماريو مُرڪڻ وارن ماڻن سان،
اچي امداد ڪجان اڻجاڻن سان، اصل جِنهين کي اِهو آر ڪپي.

روز الستي کان انگ اڙيو، جانب توسان منهنجو جيءُ جڙيو،
قلب قُرب انهي منجهہ ڪڙيو، تڏهن طلب تنهنجي جي ٿي تار ڪپي.

کولي نوري نقاب نِروار ڪڏهن، ڪري جانب ايندين جِنسار ڪڏهن،
ٿيندو ساهہ سڌير سردار تڏهن، مون کي وهہ واه وصل واري وار ڪپي.

سُڻي فرياد ‘ايوب’ فدائي جو، چڏ ٿُون جانب خيال جُدائي جو،
مرهم صاف مريض مَداحي جو، هر هر هوت حبيب هينئڙي ٺار ڪپي.



# ڪافي

ٿلهہ:

مَوج محبت اعليٰ اَوج، عشق پلا پل آيون آيون،
صُورت بشري بيک بنائي، گهٽيون دِليون گهايُون
گهايُون.

داغ دروني بنيا باغ، وِرونهن وڏي وٽڪار اچي،
سُور سوين پلٽيا پُور، چَهڪن ڪئي چٽڪار اچي،
اٽجهل آرون تَن منجهہ تارون، پوٽرن ڪئي پٽڪار اچي،
وِڍ وجودي ڏاڍا ڏِڍ، جيئڙو تن جون جايون جايون.

باهہ بِره جي آتش آهي، دردي دُودَ دُکايو آهي،
بارڻ پيٽي ڳجهڙي ڳارڻ، تَن مَن طلب تپايو آهي،
لايو لاشڪ ٿيم سجايو پيچ پلين مون پايو آهي،
خيال ۾ گُم ٿي پنهنجي خيال، ڳُجهيون ڳالهيون ڳايون ڳايون.

تاب تَجلي ڪيو بيتاب، آهي اندر ۾ آگ لڳي،
هوش هٽي ويو جَٽيو جوش، طمع تَرڪ ٿي تِل نہ تڳي،
حد کان بره ڪيڙو بيحد، پَٽڪ سموري پول پڳي،
جسمي رَسمون ٽُٽيون اِسمي، طلب تپائي تايون تايون.

ايوب' اکيون کُليون خوب، جشن ڏٺائون جاڳي جاڳي،
جهاتي جن آ جوڙي پاتي، صُورت پرکي ساڳي ساڳي،
رُوح رهي ٿو سانجهي صُبح، رمز انهي ۾ راڳي راڳي،
ساهہ سنپاليون وهہ واهہ، وصل وِصال جون وايون وايون.







# ڪافي

ٿلهہ:

آر اَڏِيءَ تي عاشق ايندا، ڪي ڪي قُربئون ڪاهي،
ڪي وڃن ٿا وِچ کان ورپو، ٿاهہ نڳيءَ جو ٿاهي.

سَنڌ سَتابا تانگهن تايا، اَري انهي ۾ جيڪي آيا،
واپس گهوڙا تنهن ورايا، ساهي سينو ساهي.

پِيتئون پُر ٿي سائي سُرڪي، مرد ميدان ۾ آيا مُرڪي،
ڪڏهن ڪُڇيا ڪين ڪي ڪُرڪي، ڇا آهي دلبر ڇا آهي.

ڳرم ڪُڏائڻ ڪنڌ ڪپائڻ، سُوري پنهنجو سِر سنپائڻ،
تَوَڪل پنهنجو توڙ نڀائڻ راهي مولا راهي.

عشق اُجارو 'ايوب' سارو، بار ملامت باري بارو،
مُرڪي ڪٽجان محبت وارو، لاڳاپا سڀ لاهي لاهي.



## ڪافي

ٿلهہ:

دلبر توکي دل ٿي ساري، ويل نہ هڪڙي يار وِساري،
ڏِيل ڏُکويل ڏاڍي ڏُک ۾، گهايل گُوندر گهڙيون گهاري.

اَول اصل جي وصل ويچاري، محبت مِنڙي آهي ماري،
ٻَال ڄَتيءَ جي ٻول پياري، پورهيت پيئي پِرتئون پاري.

ڏونگر ڏوري روز ڏهاٽي، سُور سُخن جا ٽِيَڙس ساٽي،
نندپڻ واري نينهن نماٽي، نازڪ ناتي چڙهڻ نظاري.

سيج سُکن ڇڏي سَاري، تنها تو لاءِ ڪري تياري،
بغل وڃائي بَر ۾ باري، تند طلب جي تيز تنواري.

ايوب' عَجمي آهون ڪريو، درد درياءَ ۾ ڏِڙ سِر ڏَريو'
ڪڏهن ٻُڏيو ڪڏهن تَريو، لهر غمن ۾ لَنگهڻ گُذاري.







## ڪافي

ٿلهہ:

لڳو نينهن ناتو نَہ ڇاٽان نبيري،
اديون ڙي اَياڻِي، وِڌيس قُرب ڪيري.

ٻَروَس ٿي ٻِيس، پنهنجي وس ڪان وِيس،
ڇَلڻ ڪين ڏي ڇَسُ، ڇڏيس ڇِرڪ ڇيري.

اندر ڏيل ڏيهي، ويا ٻُور ٻيهي،
ڪريان قيل ڪيهي، سُورن ڪي سنبيري.

جيئان هاڻ جيئن ٿي، طلب روز وڌي تيئن ٿي،
ڪڙيس قيد ڪيئن ٿي، ڦاسِي منجهہ ڦيري.

رهيم ڪانہ ڪا ڳل، اچي جاڳيا سُور اٿجهل،
عقل جي نہ اٽڪل، ٻُجي نہ ٻِرت ٻيري.

اچي ساڻ 'ايوب'، مِلن ماڻُ مطلوب،
مِٺا مُحب محبوب، هينئون وَيام هيري.



## ڪافي

ٿلهہ:

ياد اٿم سو هر دم يار،
جانب جو هر جلويدار.

صورت جنهن جي سڀ جڳ موهيو،
سَرس ڪري سينگار.

حُسن حبيب هر ڪنهن ويلي،
هر هڪ تي آهي سوار.

جادو لائيئي جيءُ کي،
جوڙي جلدي جذبيدار.

شاهہ گدا گر شوق انهيءَ ۾،
شائڪ ٿيا شُڪر گُذار.

عقل ‘ايوب’ جو آهي گُم ٿيو،
عجب پَسي سڀ اِسرارَ.







## ڪافي

ٿلهہ:

اَٿم اِهو اَرمان سائين، آهين تُون هِت ڙِي مهمان،
ماڳ مُسافر ڄاڻي پنهنجو ويٺين تون مُلڪ مَڪان.

هي ڏِسين ٿو ماڙي مجازي،
رهندڙ جنهن ۾ سڀيئي راضي،
هن ۾ اَٿئي هُوند جي بازي،
ڪِن وٽ آهي، ڪِن وٽ ڪانہ.

تُون پِيو ڪرين ٿُنهنجي مُنهنجِي،
مُنهنجي نہ ٿيندي هرگز ٿُنهنجِي،
سمجهڻ سولي، ناهي سَهنجِي،
بات انهيءَ جو بُلند بيان.

سوداگر ٿي سودي سانگي،
آئين جو هِتي وطن اَڙانگي،
مال مِلي ٿو مُلهہ مَهانگي،
سَوين هَٿي ويا سُلطان.

ايوب’ اهڙي جُوءَ ۾ آيون،‘
جنهن منجهہ ڪنهنجون ناهن جايون،
وات ۾ هر ڪنهن وَڃڻ جون وايون،
ڪر سَنبت جو سامان.



## ڪافي

ٿلهہ:

سي مرد پلين مُرڪن، هيءَ جيئڻ اُجاريو جِن،
سانگ سَٽائو سَرين سالم، اؤکي عيدون ڳن.

عام ڪان اولي، ٻُليون ٻُولهي، عاشق ايندا ايئن اُتي،
ع' اشارو 'ن' نظارو جلدي پهچن جيئن اُتي'
و' ڪان واڏو سالم ساڏو لٿي اُپرئي سين اُتي'
روز رِهاڻيون ڪشف ڪهاڻيون، قُربي اچيو ڳن.

منزل ماري، سفر سُڌاري، پهتا پهرين پُور وَجي،
در درويش، پيئڙا پيش، حاضر منجهہ حُضور وجي،
هٿئون حبيب، عربي عجيب، مافي ٿين منظور وجي،
لائق لاڳ، مِلين ماڳ، پُنيون مُرادون مَن.

جوان جنگي، رنگا رنگي، رونق ماڻي راس ٿِيا،
خُلوت خاصي، پَسي پِياسي، خادم سي ئي خاص ٿيا،
سُرس سياسي، وحدت واسي، پورهيت سي ئي پاس ٿيا،
اُلڪو اوٺ آهي تہ ڪونہ، ٻيا ڪيائون ٻَن.

عجب 'ايوب'، ٿي مجذوب، سانگا سِر جا صاف سَٽي،
ناتا ننگ، سمجهي سَنگ، ڪامل هليا ڪُل ڳٽي،
دنيا ڏُوڙ رُڳو ڪُوڙ جيئڙو تنهن ۾ ڪيئن جَٽي،
مهڻا موڪ، ڏيندو لوڪ، تازو تِن سان ٿَن.







## ڪافي

ٿلهہ:

آس اندر منجهہ آهي مِلڻ جي، سُهڻل توسان سُور سلڻ جي،
پَروَس آهيان يار پيارل، پُڄت ناهي پُور پَلڻ جي.

ڏينهن ڏُکيا، وينِي گهايل گهاريان، دل تان دلبر ڪيئن وِساريان،
نِت نِت رويو راهہ نِهاريان، جانب جاڳي جهوري جَلڻ جي.

نازڪ نَرميءَ ساڻ نِهارين، جيڪر جڏڙو جيءُ جيارين،
واڳ وِلهي تي وَصل جي وارين، خوش دِل ٿي ڪر کِلڻ جي.

سڏي سِڪايل سهڻا سائين، پارس پنهنجي پَلي لڳائين،
پيِر اڱڻ مُون پريم پائين، مور ملي ڪر ٿور ٿِلڻ جي.

پَڙڪ لڳي، اڄ پاڻ پُلائي، عجز 'ايوب' جو يار اونائي،
تن من چِڏيو طلب تپائي، چال چُڪيءَ ٿِيم چُور چَلڻ جي.



## ڪافي

ٿلهہ:

ياد آهين تُون يار ياقي،
شال مَ وِسرين هڪڙي وار.

راتو ڏينهان رُوح ريهاڻي،
رِلمل ٿي آهي رفتار.

محبت موج مچائي مَن ۾،
مُحب مِنا منٺار.

جانب جَڙيو جيئڙو توسان،
جوڙ ڪري جِنسار.

قُرب ڪَڙي منجهہ قابو ڪَڙجي،
ٿيئڙم قَلَب قَرار.

عجب 'ايوب' کي آهي،
تنهنجي عشق ڪيو اظهار.







## ڪافي

ٿلهہ:

تُنهنجي ماڻن دلڙي ماري،
الله سائين تو دَر توبهہ زاري.

ڪڏهين ڳڏجيو ڪرين ڳُڏارا، ڪڏهين دُور وسين دلدارا،
ڪڏهين ڪوٺيو ڪرين ڪنارا، ڪڏهين پرچيو ڏسين پيارا،
تُنهنجي نازڪ رِيت نياري، الله سائين تو دَر توبهہ زاري.

ڪڏهين جيءُ چوين ٿو جيارا، ڪڏهين ٻولين ٻوڏ پيارا،
ڪڏهين سَڏيو ڏين سهارا، ڪڏهين ڏُکندل ڇڏين ڏيارا،
تُنهنجي حاڪم رَمز هزاري، الله سائين تو دَر توبهہ زاري.

ڪڏهين اڳڙ 'ايوب' اُجارا، اچ پرچي يار پيارا،
مِل دوست مِنا دِل وارا، ڪر مهر پيلا منٺارا،
تُنهنجي دردن دِلڙي ڳاري، الله سائين تو دَر توبهہ زاري.



## ڪافي

ٿلهہ:

دُنيا دَور فاني نہ ڪنهن سان نباهي،
هرگز هُئڻ جو نہ هي ماڳ آهي.

سڪندر ۽ دارا، سَوين ٻِيا سِپاهي،
قَضا نِيا ڪروڙين، ڳَئين ڳُونڊر ڳُهائي.

جِنين لاءِ جُڙيو جڳت جوڙ سارو،
سي رَفَت رَوان، ٿي ويا راهَہ راهي.

مَٿي مرد منزل، مُدامِي ملڪ تي،
لاڳاپا لَٿي جا، هليا لال لاهي.

سَمجهہ رک سِياڻا، سُجاڳِي ڪر سدائين،
سُرت ڪر سنگت ويو سفر ڪي سَنباهي.

ايوب' اڳ ۽ پوءِ، آخر اوڏانهن،'
هِڪ ڏينهن هلبو هِتي يار ڇاهي.







## ڪافي

ٿلهہ:

ڳَٽيان ڪيئن ڪوٽن ۾ ٿاريلِي جا ٿَر جي،
هِڪڙي سِڪ ساٽيهہ جِي، وَنجهل ٻِيءَ آءُ وَر جِي.

پَٽ ڪِين پائي، رَهڻ مُون ڪِين رِهائي،
اَجان آس آهي، گهوٽيتن جي گهَر جِي.

لائق مان ناهيان، لوئِي ڪيئن لَڄايان،
اُميدوار آهيان، پنوهارن جي پَر جِي.

مُنجِهيءَ لاءِ مارُن، ويئي سُونهن وارن،
ڏُٻَرِ رِيءَ ڏَنارن، ميرا ٿِيام مَر جِي.

آهي آس 'ايوب'، مَران پاس مطلوب،
مارُو مير محبوب، لهي ڳَل قبر جِي.



## ڪافي

ٿلهه:

سڀ ڪان سهڻو سَنگ مور،
آهي آديسين جو آهي آديسين جو.

صاف صفائي، ساڻ سَچائي،
اَلفي ڍِڪيم، اَنگ مور.

دُنيا عُقبيٰ، طِلسم بازي،
ڍونگين وارو، ڍَنگ مور.

جو جَڳت ۾ جِسم جَڙيائُون،
وِڄهي، وَڪوڙي، وَنگ مور.

اندر، ٻاهر، 'ايوب' ظاهر،
رُوحاني جو رنگ مور.







## ڪافي

ٿلهه:

ڳُذري ويون، ڳُذرن پيون،
سي ٽِيون ڏُکيون، ساڻ گهڙيون.

جيڪي باب منهنجي منجهه ٻڌيون، ڳڌجي ڳذاريم سي گهڙيون،
ڪهڙيون ڳڻي ڪهڙيون ڳڻيون، سهڻيون سَوين سالم سَنئيون،
لوحي قلم ڪان اولڙيون.

هڪ ٽيون وڃن، ٻيون ٽيون اچن، موجون ميثاقي پيون مَچن،
صدقي مٿان ٽِن پڙ سَچن، چٽيون جنين آهن چَيون،
جِند جان ۾ سيئي جُڙيون.

سڀ موج ماضي جي مَٽي، ڪار ڪُل قبلل ڳَٽي،
تنهن سرگري سور سَٽي، هڪ حال ٽي ڪامل ڪيون،
بالا اچي ٻَچيُون ٻَچيُون.

سانگا صِفاتي سڀ ڇڏي، هن لوڪ ڪان لِڪ ۾ لَڌي،
اچ وچ اندر اولو آڏي، رمز انهيءَ منجهه رَهيون،
'ايوب' جي اؤکيون آڙيون.



## ڪافي

ٿلهہ:

لِکيون جيڪي لُوحِ قلم،
سي سڀ گهڙيون گهارٽيون پِيم.

جيئن جيئن جتي اڳ جيتريون، تيئن تيئن گذارڻ تيتريون،
هي جي هزارين هيتريون، جُڙيون ڳنان آهن جنم،
وِسري نہ سي ويلو وِيم.

پارس پريمي پيار جون، دَور عجب ديدار جون،
جانب سندي جِنسار جون، دَم دَم دِل ۾ هي دَم بَدم،
جيئڙي اندر جانب جَڙيم.

ڪي ڪي فِڪر ۽ فَهم جون، ڪي ڪي رضا ۽ رحم جون،
ڪي ڪي وَصل ۽ وَهم جون، اهڙيون ڳنان آيون عَدم،
خوش حال ٿي دل سان ڪنيم.

هڪڙيون حقيقت حال جون، ماضي زمان متوال جون،
ڪوڙين قبل جي قال جون، رفتار سڀ رندي رسم،
’ايوب‘ لک آيون اٿم.







## ڪافي

ٿلهہ:

سُورن منجهان سِپڪا سِري،
ساٿي نہ ٿيا سُک سُور جيئن.

سُک جو سنگت، سيئي غلط، فرحت مِلي ٿي ڪُجهہ فقط،
ويلو وڃي گذريو وقت، ورندو نہ جو واپس وري،
وريو اَڇن وهلُور جيئن.

سُک جو ثمر ساٿي ڪٽن، ڄم ڄار ۾ ڄاٽي هٽن،
ڦُربئون ڪُڏي ڪاٽي ٻٽن، گُهرجي نہ توکي ڏِل ڇَري،
ٿِليو ڪرين ٿِنڊ ٿور جيئن.

سُک جو نہ گُهرجي سو ثمر، ڏُک تي رکي جيڪو ڏمر،
شاهد سندم شمس و قمر، دردن سندر دِل ۾ دَري،
ڏُکيو ڏُکي دستور جيئن.

سُک ڏُکن تان سڀ سَهي، صدقي ڪري راضي رَهي،
ڳُجهيون ڳليون ٻولي ٻُهي، ڏُکندل ڏَڪي ڏُٻِري ڏَري،
پهتا پهرين پُور جيئن.

ٻولا لَتا سَڀ ٻال سان، ٿِي مست مالا مال سان،
’ايوب‘ اپري حال سان، مَرٽا اَڳي جيئري مري،
محبت ڪري منظور جيئن.



# ڪافي

ٿلهہ:

چاٽي رب ٿو چاڻ وي مِيان،
پِرت لڳي سا پوءِ نہ پَلڻ جي.

جنهن دم جاني، ياد ياراني، دوست ڪري ٿي دلڙي ديواني،
اهي سڀ اُهجاڻ وي مِيان، چال چُڪائين چَلڻ جي.

محبوب موچاري، محبت واري، دوست دُلاري، دلبر ياري،
حاڪم اڳيان هاڻ وي ميان، حُجت نہ آهي هرگز هلڻ جي.

بخشي بَديُون، ايندم آديُون، آئي آڪڙيون، ٿيندم ٽڏيون،
واري ڪندم وراڻ وي ميان، سرچي سُهٽا سُور سَلڻ جي.

ايوب' اُجاري، ساڻ اِشاري، ڏَمر نہ ڪڏهين يار ڏيکاري،'
مُحب سندا ماڻ وي ميان، جلد ٻُڪي ڏي جيءَ جي جَلڻ جي.



## كافي

ٿلهه:

جوڳي کهڙي جُوءِ وي ميان،
واڳي ويراڳي وَڃن ۾ ويئڙا.

سَدا سَناسين سُهڻيون چالُون، لاگ لِڱَن کي لائي لاليُون،
خاطر ڳنهن خوشبوءِ وي ميان، سخت سَناڻُون سِر تي سِيئَڙا.

اَلک آديسي، جاڳي جاڳائي، لُونءَ لُونءَ ۾ لَنئُون لال لڳائي،
هُوءَ مَنجهه هردم هوءِ وي ميان، ٿاڪ ٿانيڪا سي وجي ٿيئَڙا.

سپني اندر صُورت ساڳي، اُپتي اکيون جان ڏِسان جاڳي،
باس نڪا هِت بُوءِ وي ميان، عام کان اولي قِسمت کيئڙا.

اڱڻ ’ايوب‘ جي ايندا ڪڏهين، ننگ سُجاڻي نيندا ڪڏهين،
روئان ساري روءِ وي ميان، پُور تِنين جا پل پل پيئڙا.







## كافي

ٿلهه:

آءٌ ڪيئن پليان پاڻ وي ميان،
جيءَ منجهه جادُو جوڳين لايو.

سرتيون آيا سامي سيئي، پرک جنين جي پَسڻ مان پيئي،
ويراڳين جي وارڻ وي ميان، ويڙهو وِلهي جو آهي وسايو.

اچي آديسين آتڻ اُجاريو ڳتڻ تِنين جو ڪنهن نه ڳڻاريو
سهڻي سِيرت ساڻ وي ميان، مُلڪ موهه سِين سارو مَچايو.

باسين بالم بُک نه بيراڳي، وَنجُهل ۾ واسيا وَتن ويراڳي،
قُرب ڪمائڻ ڪاڻ وي ميان، پوش فقيري پرين پايو.

ايوب’ آديسين اهڙيون چالُون، ڳارين سندن ڳُجهڙيون ڳالهيُون،‘
هينئَڙي اندر رِهاڻ وي ميان، سوز سناسين سرس سمايو.



## ڪافي

ٿلهہ:

لائي ڀاروچل نينهن وي ميان،
ڳوڙهيءَ سان وَڙ ڳيَڙا ڪيئي.

ڀِرت ڀُڪي ۾ ڀُنهل جي ڀيس، ويجهي وصالي وَصل ڪي وِيس،
محبت ونڙا مينهن وي ميان، سانگ سَجايا ٿيم سيئي.

ڀاڻ ڀَلائي پريم آيو، ٿورو ٿڪِيءَ تي لک جو لايو،
ويئڙا ڏُکن جا ڏينهن وي ميان، ويچي وِڇ جي ثابت ويئي.

آئي عجيبن ٿيئڙيون آباديون، ملڪ سڄي ۾ مبارڪ باديون،
شهنشاهي شينهن وي ميان، ناز نِهوڙيس نازڪ نيئي.

ايوب' اُميدون پُنيون من جُون، طرحين ڪُليون تاڪيون تن جُون،'
لَتي اُيري سين وي ميان، رُوح رِهاٽين دلڙي ريهِي.







## ڪافي

ٿلهہ:

دَم دَم دلبر يار وي ميان،
دل ۾ وَسي پيو دائم قائم.

ويڇو وار ۾ وصل جو ناهي، پردا پوشي اصل ۾ آهي،
گهونگهٽ ۾ گلزار وي ميان، دل ۾ وَسي پيو دائم قائم.

وَنحنُ اَقرب ويڙهہ وجود ۾، ڳولا ڳولِج سِر نيئي سُجود ۾،
حاضر هر ڪنهن وار وي ميان، دِل ۾ وَسي پيو دائم قائم.

پاڻ ۾ پيهي پاڻ وِڇايم، پار پِرت جو پنڌ پُڄايم،
ويجهو مَنجهہ وَٽڪار وي ميان، دِل ۾ وَسي پيو دائم قائم.

اندر 'ايوب' جو اسم اُجاريو جوهر جلوي جسم جياريو،
ناز ڪري نِروار وي ميان، دِل ۾ وَسي پيو دائم قائم.



## ڪافي

ٿلهہ:

ملڪ مسافر يار وي ميان،
وينين ڇا لاءِ وطن وِساري.

ملڪ فَنا ۾ آيو آهين،
لاهِہ بَقا جو بار وي ميان،
سهڻو ڪٽجان ٿَمر سُڌاري.

ويلَ ويهڻ جي واجب ناهي،
سيڪا ساعت سار وي ميان،
سيڪنڊ سيڪنڊ، منٽ منٽ سنڀاري.

جاڳ سُجاڳ ٿي جانب،
جاڳي غفلت ۾ نہ گُذار وي ميان،
لوچي لَهہ تُون لَيل وَ نهاري.

دانهن هِن درياهہ ۾ دَم دَم،
هردم ٿي هوشيار وي ميان،
تار منجهان وَڃ ٻيڙو تاري.

آجَل 'ايوبا' آخر ايندو،
وري نہ مِلندئي وار وي ميان،
مَن ڪي مَچائِج جيئري ماري.





# جوڳ

# ڪافي

ٿلهہ:

جيڏيون! جيئري پاڻ جَلائيينديس،
آءُ سُمهڻ سُک جو وِڃائيينديس.

آءُ جا نِهوڙيس ننڊ نياڳي، سيج سُهاڳي ٿيم ڏُهاڳي،
جلنديس، پچنديس جاڳي جاڳي، ويهي راتيون وِهَائيينديس.

سُک ٿي سُتين ساٿ لڏي ويا، نِڌَر نِياڳي ننڊ ۾ ڇڏي ويا،
گولي گوندر منجهہ گڏي ويا، گُڻ تنين جا ڳائيينديس.

هَٿَئون سيڪا منهنجي پئي آ، نياز نوڙت مون نہ ڪئي ڪا،
پَڌَر سموري ڳالهہ پئي سا، لوڪان ڪيئن لِڪائيينديس.

ايوب' اول ڪان آخر تائين، مَان سُڃاڻن صاحب سائين،'
لوڪان لِڪَ ۾ پاڻ لڄائين، پَرَ ۾ وڃي پَرَچائيينديس.



## ڪافي

ٿلهہ:

دل ٽُٽَل کي دلربا ريءَ نہ ٻيو ڪو ريهہَ ڏي،
ڳانہَ ڪاري ڪا لڳي، ڏَسِيُون ڏکيءَ کي ڏيهہ جي.

هُنرمند حڪيم هُئا هزارين، ويا حيلا ڪري،
حاذقن نہَ هي ڪيا، ڦَٽَ ڇُٽائي ڇيهہ ڪي.

ڪيئن ڪروڙين ڪيترا، ڳَن ڪرامتون پيا،
ڪونہ ڪڏهن ڪنهن ڇيو وري آ پياسي پيهہ ڙي.

پارس پريم جون، پئي ڪيون پَٽِيُون پري،
پوش پرده ٿيا پري، پروس وڃي پرڏيهہ سي.

وَڍ وڍيو جي وَڏ وڍين، وڃ سي ئي وَڙَ ڪندا،
وڃ ’ايوب‘ جن وڍيون، وڃي وَٽَ ٿِنين ويهہ ڙي.







## ڪافي

ٿلهہ:

مَرڻ جِيئڻ جِي مَام سُڃاڻي،
وَرڻ وِساري مَرڻ مَٿي آءُ.

شوق شريعت شاهي ڏاري،
اَمر نيهي جون ٻوليون پاري،
سانگ صفاتي سيئي سَٿي آءُ.

تار طريقت اندر طالب،
غفلت تي ٿي غازي غالب،
پوريل دَرِيُون پُرجهي پَٽي آءُ.

ورق وِساري وهشت وارو،
درياءُ حقيقي دهشت وارو،
جهاڳي جهاڳي جهاڳ جَهٽي آءُ.

اُلٽي ’ايوب‘ عارف بازي،
راز رضا تي رهجان راضي،
ڪيڏي ڪيڏي ڪيڏ ڪٽي آءُ.

## ڪافي

ٿلهہ:

سَاهڙ ٿُون سَردار يار، سِگهو رَسج سير ۾،
سِگهو رَسج سير ۾، هِن واهڙ سَندي وير ۾.

پلا پَرم، ڪري گرم، آڌر ٿِئين آڙاهہ ۾،
تاري ٿَارَ ڪرئين پَار، اَٿم آس امير ۾.

ناتي نينهن، چاڙهي چِينئَن، بي وس ڪئي بيراهہ ۾،
آئي اٿڄاڻ، مَنجهہ مهراڻ، اچي مِل اُڪير ۾.

پَارج پول ڪيل قول، رهبر رَسج راهہ ۾،
هَڪل سَاڻ ڳج وَارڻ، بَچائج سَمنڊ سير ۾.

مِل ‘ايوب’ سان محبوب، درد جي درياهہ ۾،
پارس پاڻ، ٿُون سُڄَاڻ، تنهنجي سِڪ سَرير ۾.







## ڪافي

ٿلهہ:

هَر هَر حَاضر آهيان، هوڪو حَق جو هَلايان،
عاشق ٿِي اَٽموٽ سڏائي، پير نہ پوئتي پايان.

جوڳ جڳت جو جَامُون پائي، قُربَتُون پنهنجو قدم ڪُڏَائي،
سيلاني ٿي سانگ بنائي، گليءَ، گليءَ ۾ ڳايان.

هَٿ هَٿ هوڪو حق جو ڏيئي، سِڪ جا پڙهيم سبق سيپيئي،
محبت وارو سُٽو مِڙوئي، ناچو عشق جو آهيان.

قرب جي ڪُن ۾ ڪاهي ڪاهي، وِچان وَرڻ پوءِ واجب ناهي،
تانگهو ٿَار ترٽو آهي، سو ڪِيئن سَانگ لَڄايان.

محبت اَندر مَست قلندر، سِڪ جو ٻٽجي سوز سَمندر،
عَبدِيَت جي اولي اندر، اسم ‘ايوب’ سڏايان.



## ڪافي

ٿلهہ:

ڪوهہ ڄاڻان ڪهڙو ڏوهہ، ڪيچي رات ڪري ويا،
هيءَ نماڻي وو نال نَہ نِياٸون.

اَڇن اولاڻيا آيل آريچن جا، ڇاڪٸون رُلاٸي ويا منجهہ روهہ،
ماري مُٸيءَ کي مات ڪري ويا، ڏکڙا مون کي وو ڏاج ڏِناٸون.

ڪيچٸون آيا ڪيچي ڪوهيارا، سرتيون ڪري هي ستوهہ،
سنجهي پنهنجو ساٿ ڪٽي ويا، ڇِني سنگڙو وو مون سان ڇوڙياٸون.

پينر پُليس پوري پانيم پاتي، پَسِيو مهمانن موهہ،
بلوچ پنهنجي بات ڪري ويا، ڏارين ڏڪاري وو ڏار ڪياٸون.

ايوب' اوسيٸڙو آهي اندر ۾، ڏيرن ڏنا ڪي ڏوهہ،'
ڪوجهي ڪميڻي ذات ڪري ويا، عيب نَہ اوٹيٸڙن وو اڳ ڏناٸون.







## ڪافي

ٿلهہ:

ڪم نسل جي ڪوجهڙي، مان مُهاڻي آهيان،
عشق ڄام جي اُجاري، عَيبن هاڻي آهيان.

ڪاڄ ڪِڪيون ڪاريون، خود پسند خوراڪ هُٸي،
خُوب ڪاٸي ڪَل پري، خوش ڪٽياڻي آهيان.

ڄَم ڄمار ڄار جي، ڄاپندي ڄري لڳم،
ڄاڻ ڄاڻڻ مان نہ ڄاڻان، ڄَٽ ڄَٽِياڻي آهيان.

بي وقوف بدافعال، ٻيو ڙي بيڪار مان،
بار بَدِيون بيشمار، بَس بُرياڻي آهيان.

ڏَڏ ڏَڦير ڏهہ ڦيري، ڏيهہ ۾ ڏوهاري ٽيس،
ڏوهہ ڏنگايون ڏسيو، ڏَرندڙ ڏهاڻي آهيان.

اَول آخر اَجهو آڏر، اصل آهي 'ايوب' جو
اميدوار عيبداري، آءٌ اَياڻي آهيان.



## ڪافي

ٽلھہ:

دَرد ٽُنھنجي دلربا، ھي دل فراقن آھي ڦَٽِي،
درشن ڀَسائي ڪر دوا، پيارل پيار جي پَٽِي.

مرض منڊل ڪريو مَڇي، ويتر وَاڌُو وَريو اڇي،
بي وس ڪَيَو سا ڪيئن بَچي، جھڄڻ جھوري جا جَھٽي.

برھہ لايَو باري مِٺا، ڳُٽن تنھنجن ڳاري مِٺا،
ونجھل وصل واري مِٺا، جِگر جيري اَندر جَٽي.

جانب جاني جيئري جلڻ، طعنا مِھٽا جِھٽڪُون جَھلڻ،
ھِيٺو ٿيو ھَلڻ چَلڻ، صحت ساري ويہ ھَٽي.

قول ڀَسي مُنھنجو ڪچو، سُخَن ڪريو پنھنجو سَچو،
اڳڻ 'ايوب' جي اَچو، محبت سَندي اُپَٽي مَٽي.







## ڪافي

ٽلھہ:

واھہ ويراڳي وحدت وارا، مِنڙا ٻول ٻُڌائن ٿا،
تَند طَلب جي تازي تازي، ويرو تار وَڄائن ٿا.

جوڳ جڳت جو جَامُون پايو، سيلاني سو صاف سَڌايو،
بدن بسم جو بيک بنايو، لکين لاڳ لڳائن ٿا.

پِي پيالو پُورت وارو، ماڳ مَٽيائون مُورت وارو،
سانگ سُڃاڻي صُورت وارو، نَچيو ناٿ سِر نِمائن ٿا.

وحدت ڪثرت وائي واري، ٻوٽا ٻيائي وارا ٻاري،
ڏيان حقيقي ھڪڙو ڏاري، دردي دُود دُکائن ٿا.

غير ڪَٽي، سپ گوھر غازي، ملڪ مَٽي ھي قبل الماضي،
رَھي رضا تي 'ايوب' راضي، ھولي حال مچائن ٿا.



## ڪافي

ٿلهہ:

اِبتدا اچ عشق جِي، اعليٰ عَجائب ٿِي عَطا،
اَول کان پڻ آهي اڳتي، سَرس جنهن جي سَت سَتا.

اِيءَ اَڙانگو سانگ آيو، بِرهہ بالم ڏيئي ٻَتا،
اچڻ اُن جي آگ لاتي، تاڪ تَن جا سڀ تَتا.

اَرڙ اَرڙي واريو، نيش نيهي ڪُپ ڪُتا،
اُٿل اُلٽي واهہ وَروڙيو، مَنڊل مَاندن جا مَتا.

ايندي شرط عقل اَڏيءَ، هوش هِڪدم ويو هَتا،
اُتي رهيا رِٽيل مِڙيئي، لوڀ لالچ جا لَتا.

الف' 'ي' ۽ 'و' 'ب'، پُڇ پِرت وارن کان پَتا،'
اندر اوڳار رکج اونو، متان خام ٿي ڪرين خَطا.







## ڪافي

ٿلهہ:

سائين سڀ ڪنهن، سڀ ڪنهن پنهنجا سُور، ڏِس دنيا جا دستور،
هِجر فِراق ۾ هر هر، هُن جو ماري ٿو مذڪور.

ٽِيس ديوانو ڪنهن جي خاطر، پِرت پُنهل جي چو ٿي ناتر،
ڏُک ڏيکاري لاڪين ڏاتر، مِڙيئي ڪيا مشهور.

سهڻي ساهڙ رِيءَ نَہ ڳَتي، ليلا داسڙ دَر نَہ مَتي،
رانجهن ريءَ نَہ هير هَتي، پَلٽي پيئڙا جن تي پور.

مومل راڻي مام ماري، هُئي گهڻو جا هُنرن واري،
ڏند ڏنهين ٿي ڏيهہ ۾ ڏاري، اهڙا ڪيئي ٻيا بہ قصور.

دنيا واري دولت ڪي دڳ ۾، 'ايوب' آخر فاني جڳ ۾،
عشق رهي ٿو رهبر اڳ ۾، ٻيا تہ مِڙيئي ڦند فتور.



## ڪافي

ٿلهہ:

حال ڏسي ڳن ٻَال،
سَڄڻ مُنهنجا سَٻاجها.

راتو ڏينهان رُوح اندر ۾،
آهي محبتن جي مَقال.

ووڙيان ووڙيان وير وندر ۾،
وينئي لاءِ وصال.

آءٌ تہ انهن جي آهيان،
سرتيون نالي منجهہ نِهال.

ايوب‘ اُجاريو عيبن پريون،‘
ڳن ٿا قُرب ڳمال.







## ڪافي

ٿلهہ:

مون سان وري منهنجا جيئين،
محبوب تون مِلندين ڪڏهين.

ڀهرين ڏيئي پيار تو، ڇا ڪَئُون ڊِڪي ڪيو ڏار تو،
هينئڙو ڪيو هٿ يار تو، ڏاڍا نٿو واپس ڏيئين،
خوش ٿي سڄڻ کِلندين ڪڏهين.

ڪولي پيالا پرپور ڪي، شيشا شرابن طهور ڪي،
مِنٿڙا ڪري منظور سي، پيالا پري پرچي پيئين،
ريجهي سڄڻ رِلندين ڪڏهين.

صدقي وڃان هي سوال آهي، تنهنجي خوشيءَ جو خيال آهي،
ايوب‘ هڪ ابدال آهي، تنهن جو اچي تون شل ٿيئين،‘
ٿِليو اڱڻ ٿِلندين ڪڏهين.



## ڪافي

ٿلهہ:

ب’ برابر بي بَهَا، بيحد برهہ جو آهي بَاب،‘
بُلَند بَالا بِاالْيَقِين، ٻڌيو بلاشڪ بي حساب.

بيخودي جي بانگ چئي، ٿيس شوق مان شاعر شتاب،
بدن بيوس بَحَر اِن مِ ۾، بيوسي ٿِيو بي حِجاب.

بي مِثَل ۽ بي خَطَر آ، بانگ جنهن جي با ثواب،
بي خبر کي ٿي خبر، بيشڪ پوي بَاعِزُو آب.

بادشاهي باسلامت هوءِ، نَہ ٿُنهنجي حَد حِساب،
بخت بختاور جنهن جو بُرج بيٺل بي نقاب.

برک ‘ب’ پوءِ ‘ي’، چوٿون ‘الف’ عالي جناب،
ب’ پَچاڙِي ‘الف’ اول سان، مِلي منهنجو خطاب.‘







## ڪافي

ٿلهہ:

ڪوهہَ نہ ڄاڻان ڪيئن ٿيا، مون کان دل ۽ دلبر دُور ٿئي،
مون جڏيءَ کي جيئن پيا، سانيڻ ڏکيا هي سُور ٿئي.

هرگز هِيئن هِيٺي مٿان، ناز وارا نُڪتَا لٿا،
سِڪ ۽ سوز جا سَٿَا، ويڙهي ويا وَهلور ٿئي.

پِرت سَندا پيوند پِيم، وقت قَضَا وِسري وِيم،
مَرڻ جِيئڻ مِنَا ٿِيم، مُون ڪيا منظور ٿئي.

سُهڻي صفا سنگت سچي، مِيثاق کان مِليم اچي،
محبوب ۽ محبت مَچِي، مارين ٿا مغرور ٿئي.

لاشڪ لڏي، گوندر گڏي، ساٿي سڏي ويلي وڏي،
ايوب’ کي اَصلئُون چڏي، ڏُک ۽ سُک ويا ڏُور ٿئي.‘



# ڪافي

ٿلهہ:

هِن مُنهنجي حال تي ڪر پَال،
دلبر ڏيج ڪا دِلداري.

جَهڙِي تَهڙِي جاني، ٻاجهارا، تنهنجي ٻانهِي،
ڪريان جِند قُرباني، صَدَق وڃان سَو وارِي.

اَوگڻ عيب اَگلايون، پَلي پنهنجي مُون پَايُون،
پيش اُهي اٿم آيون، مجرم تِنين جي مَارِي.

هَٿ جوڙي هِينئَن ٺاهيو، پَاند ڳِچيءَ ڳَل پايو،
ڪريان ٿي ڪَنڌَ نِمايو، وينتيُون ويچارِي.

ضعيف زور ٻيو ناهي، عِجز 'ايوب' جو آهي،
بيوس هِن بيواهي، ظاهر ڪئي آهي زاري.







# ڪافي

ٿلهہ:

لا علاج ٿي لڳي، آهي هِي بيماري بَار بَار،
سِڪ ۽ سوز ۾ سدا آهي، هڪ ياد يَار يَار.

وِرونهن وڇوڙي وڏا، وَڍِ وِصال جي وِڏا،
ويا وَڍِي وجود ۾، ويچِي نَہ آهي وَار وَار.

زَيب زينت زَهَد تَقوا، ظاهري ضرورتون،
زُود سي ضَعِيف ٿِيون، ضعيف زاري زَار زَار.

ڏِڙَّن ڏَري ڏِيَان جا، ڏَاڍَا ڏَجِي ڏُو ڀَارِيا،
ڏَام ڏُوم ڏُم متي، آهي ڏِڙَّ سِسِيءَ ڪان ڏَار ڏَار.

ايوب' ساري بيقراري، دل ويچاري دربدري،'
اڪيون آليون رنگ زرد، آهہ سرد آر پار.



# ڪافي

ٿلهہ:

مَئي پِي مَدَّ مَدهوشي جي،
چَاهہ منجهان ڏِس چاهي چاهي.

پِي پريمي پَاڪ پيالا،
مَئي خاني ۾ مُرڪ مَتوالا،
لاٻاپا سَپ لاهي لاهي.

سانگو سِر جو صاف سَٿي ٿُون،
ملڪ مرڻ جو ماڳ مَٿي ٿُون،
ڇَرڪ ڇڏي پَس ڇاهي ڇاهي.

ڏِڙ سِرَ ٻئي اڇ ڏَار ڪرائي،
لاحد ڪان وڌ لانگ ورائي،
قَدم ڪُڏائي ڪاهي ڪاهي.

ايوب' اندر ۾ آگ لڳائڻ،'
مرڻ جيئڻ جي جوگ جَڳَائِڻ،
عشق ۾ واجب آهي آهي.







# ڪافي

ٿلهہ:

پَل پَل پِرِنَم پُور، پِيو ساهہ سِڪايل ساري،
تِيُون اڄ ياد آيم اَباڻا.

ناحق جائي نِيئر پيا مُون، وَر ۾ ويڙهيچا ٿر ٿيا مُون،
سَاڙِيس انهيءَ سُور، ٻَارڻ ٻُجهڙي ٻَاري،
سَنڌ سَنڌ تِيم سپ سَاڻا.

بَند بَندن ۾ بيوس بَاندِي، ڪير ٿيندو هِت مُئيءَ جو ڪَانڌي،
ڇَهڪَن چوري ڪَيَڙس چُور، گهايل دل ٿي گهاري،
پَاڻ پِٽيو پيئي پِٽيان پَاڻَا.

دم نہ تِڪي دل دردن ماري، ٻارڻ ٻيٺي ٻاري ٻاري،
ويڙهي ويا وَهلُور، مونجهہ مارُن ماري،
نِت نِت روئن نيڻ نِماڻا.

ايوب' اوساري هَنجَڙُون هاري، ڪوٺن ۾ مَن ڪيئن گذاري،'
ماڙين اندر مُور، وِهنديس ڪِين وساري،
ڏوٿياڻِي مان ڏيهہ ڏَاڏاڻا.



## ڪافي

ٿلهہ:

اڱڻ سڄڻ ٻيلي آيم،
پاڻ ٻَلائي پيارا.

قرب قَرِيبن ڪَيَڙا، ويچا سيئي ويئَڙا،
مُون ٿَڪِيءَ جا ٿِيئَڙا، سانگ سَجَايا سَارا.

مِليم مُقابِل ويهي، سُور سُٽَايم سيئي،
جِيءَ ۾ هُئا جيئي، ٻُجهڙِيون ڳالهيون ڳارَا.

مَنَ مرادون پُنيون، ڏيهہ مبارڪون ڏِنيون،
پيچون برهہ جون پنيون، وصل ڪيا وسڪارا.

اچي عجيبن آديون، معاف ڪيون سپ مدايُون،
بخشي آيا بَدِيون، عيب ‘ايوب’ وارا.





# بلاول لوڙائو

## ڪافي

ٿلهه:

بخش بَديون بخشڻهار،
در تان دلبر ڪيئن مَ ڏِڪار.

گهورو ٿي آهي گُهمڻو مون کي، ساري ناهي سُمهڻو مون کي،
رَمز رَنديءَ سان آهي رَمڻو مون کي، منجهه داور جي درٻار.

جڳ ٻلي ڪري جُنيون مون کي، ماڪيان لڳن ٿيون مِنيون مون کي،
ساءِ سڄڻ جي سُڻيون مون کي، واهه واهه وڻن ٿيون دل کي يار.

ماڻهو ڏين ٿا مِهڻا مون کي، سي سڀئي آهن سَهڻا مون کي،
ڪاڻ قرب جي ڳهڻا مون کي، نون، في سين نڪار.

آس 'ايوب' چٽي آهي مون کي، چو ٿيون ٻليو ٻاهي مون کي،
جي ڪٽي گهوٽ گُهرائي مون کي، هيءَ سر صدقي سَئو وار.



## ڪافي

ٿلهہ:

جَانِب جَڏڙو جِيءَ جِيار،
وَاڳ وَصل جِي واري وار.

پَرچين پَاڻ رُسين تُون پاڻهي،
پِريم ڏيو پيار، واڳ وَصل جي واري وار.

پيچ پِرت جا پائي پورا،
پهريون پوليون پار، واڳ وصل جي واري وار.

پيوند پُختا پيارل پيئڙا،
پَروس ڪيم پُڪار، واڳ وَصل جي واري وار.

پياسي 'ايوب' آهي اداسي،
پَل، پَل هي پينار، واڳ وصل جي واري وار.







## ڪافي

ٿلهہ:

ياد آهين تُون هردم يار،
شال مَ وِسرين هڪڙي وار.

راتو ڏينهان رُوح ريهاڻي،
رِلِ مِلَ ٿي رفتار.

محبت موج مچائي مَن ۾،
محب مِٺا منٺار.

جانب جَڙَيو جِيئڙو تو سان،
جوڙ ڪري جِنسار.

قرب ڪڙي منجهہ قابو
ڪڙجي ٽيئڙم قلب قرار.

عجب 'ايوب' کي آهي،
تنهنجي عشق ڪيو اظهار.



# ڪافي

ٿلهه:

هڪڙي عشق ڪيو اظهار،
ٻيا گُل وسري ويا ڪم ڪار.

واهه جو دکي آهي وصل جو
وٽيو هي واپار
ٻيا گُل وسري ويا ڪم ڪار.

وحدت وائي ڏي وڏائي،
وَفِي اَنفُسَڪُم وارو وار،
ٻيا گُل وسري ويا ڪم ڪار.

ويجهو واحد والي سڀ ڪان،
وَڻ ٽِڻ ۾ وڻجَهار،
ٻيا گُل وسري ويا ڪم ڪار.

وَنَحنُ اَقرَبُ ويڙهي آيم،
وِٿي ناهي هڪ وار،
ٻيا گُل وسري ويا ڪم ڪار.

وقت 'ايوب' ويراڳي وريو،
ويئڙا سڀ ويچار،
ٻيا گُل وسري ويا ڪم ڪار.







# ڪافي

ٿلهه:

ڏانءُ مِلڻ جو ڏاها ڏَس ڪو
سوئي سانگ بنايان، حاضر آهيان.

جي چوين تان مومن ٿي مان،
ڪلمو ڪوڏ ڪمايان، حاضر آهيان.

جي چوين تان ٿي نيڪ نمازي،
ساجد ٿي سر نايان، حاضر آهيان.

جي چوين تان جانب تولاءِ،
ويهي وِرد ورايان، حاضر آهيان.

جي چوين تان سخي سڏائي،
مايا مُلڪ لُٽايان، حاضر آهيان.

جي چوين تان سَاڌَ سڏائي،
تازا تِلڪ لڳايان، حاضر آهيان.

جي چوين تان جوڳي بنجي،
پوش فقيري پايان، حاضر آهيان.

جي چوين صدقي سِرڙو سَوَ سَوَ ڀيرا،
گهوري گهور گُهمايان، حاضر آهيان.

جي چوين عاجز بندو 'ايوب' تنهنجو
آس اميد نہ لاهيان، حاضر آهيان.



# ڪافي

ٿلهہ:

خيال ڦِٽا ڪر خاص خوديءَ جا،
هَٿَ ڪي ماري هَلجان ٿُون.

دانهن ٿي هِن دَور دنيا ڪان،
پنهنجي پاڻ کي پَلجان ٿُون.

ڏُک سُکن جي سُونهن اٿئي،
جهوليءَ پائي جَهلجان ٿُون.

سمجهڻ وارا بي سمجهہ سان،
سُور نہ ڪڍهين سَلجان ٿُون.

بار ملامت بَرسَر باري،
خوب خوشيءَ سان کڻجان ٿُون.

پاڻ ۾ پيهي پاڻ سُڃَاڻي،
پاڻ کي پَاٽان پَلجان ٿُون.

سبق پڪو ڪر سچ صبر جو
سور نہ ڪنهن سان اَلجان ٿُون.

رَمز رَندن جي اندر رِلَ مِلَ،
راضي ٿي وڃي رَلجان ٿُون.

درد جو دل ۾ دُودَ دُکائي،
جيئري 'ايوب' جَلجان ٿُون.







# ڪافي

ٿلهہ:

بس يار بيار بيا بر خيز،
پيالو پيار پيا پُر فيض.

گوش بہ گوشي پَنهَا پوشي، نوش بہ نوشي مئي مدهوشي،
انگ، انگ منجهہ انگيز.

مِليو مدام جيءَ کي جام، تنهنجو نام صبح شام،
لائق لا اِلا الله لَبريز.

بيائي کي ٻن ڏيئي ڇن، سِر سچن آندو تِن،
هڪڙو رنگ رچا رنگريز.

الف 'ي' 'و' ۽ 'ب'، مست منگي ڏي ۽ ڏي،'
طلب تياري تن ۾ تيز.



# ڪافي

ٿلهہ:

پرچ پيارا جيءَ جا ڄيارا،
پئجي توسان ويئڙو پيچ.

سوگهو ساهہ تو وٽ آهي، شهنشاهہ بي پرواهہ،
منهنجي هٿ نہ هينئڙو هيچ.

عجيب اُلفت، ڪاٽي ڪُلفت، منڙي محبت، سهڻي صحبت،
پلي، پلي هيءَ ڪيئڙو پيچ.

نينهن نوان تيز تنوان، سُور سنوان روز رَوان،
اڄي سرس ڪيا سرويچ.

ايوب' آهي، ڏَسيو ڏاهي، ويندس ڪاهي، مون ڪي چاهي،'
ڪرڻ ڪشالو پيئڙو ڪيچ.





ايوب فقير جو رسالو

# ڪافي

ٿلهہ:

طِلسم بازي ترڪڙ دنيا،
پُرجهي پائج پُختو پير.

دَور دنيا جو فاني جاني،
مام پروڙج مرد مٿير.

ڇهل ڇهل وارو چرخو چليو،
اُلٽو جنهن جو اير نہ پير.

ويري جوئي واهر سوئي،
غين نہ جنهن ۾ ڪوئي غير.

اُلٽي چالي 'ايوب' آهي،
هينئڙو تنهن سان مُور نہ هير.



# ڪافي

ٿلهه:

اُڏر پکي، وَڄ پَار اَصل ڏي،
آهيرو ڄِت آهي تو.

ڇُپي ڇُپائي ڇا ڪان ڇڏيا،
لاڳاپا سڀ لاهي تو.

وطن وِساريو ويهي اٿيئي،
ٺاهه ٺڳيءَ جو ٺاهي تو.

نقلي ناتڪ ڏسيو ڏينهان،
ٺَنَڻ مناسب ناهي تو.

ايوب' اُلفت دنيا داري،'
رنڊڪ اها ٿي راهي تو.







# ڪافي

ٿلهه:

جان جِگر ۾ جانب جام،
محبت تنهنجي مَن ۾ مدام.

نِينهن نِسنگي نِروار لَڳايم، بَر سَر بِرهه جو بار اُٺايم،
طلب جي تن مِ تار وڄايم، تون هي تون جي تن ۾ تيز وڄي پئي تند تمام.

درد ڪان ڏُکايا دل ۾ ڏُونهان، سُور سَوين ٿيا سَنبري سُونهان،
آهه اچي ٿي روئڻ جي رُوحان، عشق وڄايو اڪين آرام.

بيوس دل هي باندي آهي، وار وِرونهه ڪان واندي ناهي،
محبوب مِلڻ لاءِ مانڊِي آهي، لوچي لڏئين گُوندر غمن جو گام.

ايوب' عاجز آسي آهيان، پاڙي پِرت جو پياسي آهيان،'
پيئڙو قند قرب منجهه ڦاسي آهيان، ازلئون اُٺايم عشق الام.



## ڪافي

ٿلهہ:

آءُ پيارا پَرچي پاڻ،
ريجهي گريون رُوح رِهاڻ.

سَرچ تہ سَرچون سچ پچ سُهڻا،
صاف سچائيءَ سَاڻ.

سَوَ سَوَ پيرا هِي سِر صَدقي،
حُڪم اوهان جو حاضر هاڻ.

سُور سِڪڻ جا سَرَس سمايا،
سختيون ڪر نہ سچاڻ.

سَائِل ‘ايوب’ آهي سوالي،
ساجن سائين سانگ سُڃاڻ.







## ڪافي

ٿلهہ:

هڪڙي دلبر جي دَرگار،
ٻيو ڪونہ وٽي ڪم ڪار.

جيءَ مَنجهہ جذبا جوش جاڳايا،
جَامَ وَهي جَرَ يار.

دل ۾ دَمَ دَمَ دَور ڪري ٿو،
دردن جي درٻار.

دائم قائم دَم قَدَم تي،
حال رَهي هَر وارَ.

رَمَز رُوحاني راز رَچايو،
تيز وَڄي هَر تار.

ايوب’ اهڙي آرَ عجب تان،‘
گهوريان هي گهر ٻار.



## كافي

ٿلهه:

دِل جو مِليو دلبر يار،
ٻيا ڪُل وِسري ويا ڪم ڪار.

واهه وجود ڪي آهي وَصل جو،
وَڌيو هيءَ واپار.

ويجهو واحد والي سڀ ڪان،
وَڻ ٽِڻ ۾ وڏجهار.

وَنَحنُ اَقرَبُ ويڙهي آيم،
ويجهي ناهي هِڪ وَارَ.

وقت 'ايوب' ويراڳي وَريو
ويئڙا سڀ وِيچار.





## كافي

ٿلهه:

جوڳي بنجي تولاءِ،
دَر دَر ٻِين وَڄايان، ڦيرڙيُون پايان.

هر ڪنهن ويلي هَر هَر تنهنجي،
ڳالهه ڳُڻن جي ڳايان، ڦيرڙيُون پايان.

پيتو ڪارڻ پَنجتَنِيءَ جي،
بکيا بيکَ بنايان، ڦيرڙيُون پايان.

ٻِنَا خريدي ٻَالَم ٽُنهنجو
نوڪر نَامَ چوايان، ڦيرڙيُون پايان.

عبد 'ايوب' سَڏَائي آيس،
سينو مُورَ نَہ ساهِيان، ڦيرڙيُون پايان.



## ڪافي

ٿلهه:

دَم دَم توکي دلبر جاني،
ساهه سِڳايل ساري ڪِينَ وساري.

هينئڙو منهنجو هَر هَر هِتَڙي،
گهَايَلَ گهَڙِيُون گهَاري.

عشق اوهان جي آگم لايا،
نازڪ نِينهن نِيَاري.

ڳولهي توکي گليءَ گَليءَ ۾،
ڳَلَ سِرَ ڳوڙها ڳاري.

پيوند پيچ پيار جو پائي،
پَيَئَڙو تُنهنجي پينَاري.

اڱڻ ’ايوب‘ جي ايندين ڪڏهن،
واڳ وري هِتَ واري.







## ڪافي

ٿلهه:

ملڪ مسافر موٽِي پنهنجو،
وطن وَسائڻ ويندين، وري نه ايندين.

قيد قبر ۾ قابو ڪڏهين،
پَروَس ٿي وڃي پوندين، وري نه ايندين.

ٿَمَر سفر ۾ سو ڪم ايندئي،
نَال هتان جو نيئَندين وري نه ايندين.

هڪڙي ڏينهن حساب حَقَاني،
ڏوهه ثواب جو ڏيندين وري نه ايندين.

’ايوب‘ عَادِل پاڻ تي پاڻَهي،
ٿوري گهٽي ڏينهن ٿيندين، وري نه ايندين.



## ڪافي

ٿلهہ:

مُون نہ سُجَاتِي مَام پيارا،
هِڪڙَم هِينئَڙو هيري.
وَئين ڪِيئَن ڦيري.

جيئڻ وِسري جلدي ويئڙو،
جَانِب منهنجي جيري.
وَئين ڪِيئَن ڦيري.

درد هزارين دلبر جاني،
گهايل ڪي وَيَا گهيري.
وَئين ڪِيئَن ڦيري.

سانگا سَتِيم يار سُڪَن جا،
پُونءِ مٿي سپ پيري.
وَئين ڪِيئَن ڦيري.

عرض ‘ايوب’ جو يار اُونَائي،
دلبر وري اچ ديري.
وَئين ڪِيئَن ڦيري.







## ڪافي

ٿلهہ:

اڱڻ اسان جي يار پيارا،
پيرَ وري اچي پَائِين.
او منهنجا سهڻا سائين.

تورِيءَ ٻِي ڪا تَارِي ناهي،
اَڙِيُنَ آڌار تون آهين.
او منهنجا سهڻا سائين.

جيئري جانب هِن جَڏِيءَ تي،
لَڪَ، لَڪَ ٿورا لائين.
او منهنجا سهڻا سائين.

مَهَر نظر جي منهنجا جاني،
هَرَگِزَ مَتَان هَٿَائِين.
او منهنجا سهڻا سائين.

عرض ‘ايوب’ جو آهي اهو ئي،
شال آس اُميد پُڄَائين.
او منهنجا سهڻا سائين.



# ڪافي

ٿلهہ:

ڏَامر تنهنجي منجهہ دلبر دلڙي،
پَروَس آهي پيئي، وَس ڪان ويئِي.

هِينئَڙَا توکي هَٿَ سان هيري،
ڏَاڍا وينس ڏيئِي.

قرب ڪڙي منجهہ قابو ڪَرَجِي،
پيئَڙَا يار سَنڌَ سَپيئِي.

عشق اوڙاهہ ۾ اُڇلي وِڏسَ،
نينهن اوهان جي نيئِي.

سُور سُجهَن تا سخت گهٽو جي،
سَامهَان ٽيئڙم سيئي.

ايوب' جهڙَا آنيڪ ڪُنڙَا،'
قرب اوهان جي ڪيئِي.







# ڪافي

ٿلهہ:

اَصل ڪِٿان تُون اُڏِري آئين،
قسمت سانگي وطن آڙانگي.

ڳنڊيءَ ڪناري، ڪُنَ ڪنهن ڦابُو
ٽَار جَهليو يا ٽانگهي، وطن اڙانگي.

دهشت ڏَور درياهہ ۾ دهلي،
لُڙهِيُون لالچ لانگهي، وطن اڙانگي.

ٻُڏِيو ٻَر ٻر، ٻُوليون ڪرئين،
ڳانءُ ڳانءُ وانگر ڪانگي، وطن اڙانگي.

اُڏر 'ايوب' اوڏَاهِين وچ ٿُون،
وَڃَندو واڄٽ وانگي، وطن اڙانگي.



# ڪافي

ٿلهہ:

جيڏيون ڪيچ وٽن ڏي ڪاهينديس،
آءٌ سانگو سِر جو لاهينديس.

وجھ سنپاليم، وِهڻ وِساري، هاڙهي هلڻو آهي هوڪاري،
پُنيءَ پياري، پُنهل پاڳاري، سُجهندي ساٿ سنباهينديس.

ٻول ٻِڏم جي جانب جَت سان، سي شل پاريان ثابت سَت سان،
رند رنگينديس روئي رَت سان، واديون نيڻين وَهائِينديس.

وارِي ڪنهنجي ڪين ڪي ورنديس، ماڳ پُڄان يا مارڳ مَرنديس،
ڏُونگر ڏِسيو مُور نہ ڏَرنديس، چوٽيءَ چڙهڻ چاهينديس.

ايوب' اُنهن جي آهيان گولي، ٻانهپ جن جي آهيم ٻولي،
سڏي ڪندم شل سيئي سَولي، دَر تہ اُنهن جي داتهينديس.



## ڪافي

تلهه:

جيڏيون تِن کي آهي جَس وو جَس،
جِن ڏُکن ڏِنو هِي ڏَس وو ڏَس.

پهرين پرکڻ پاڻ کي ڏَسيُون، هوش عقل بئي هَٽَئون کَسيُون،
رمز روحي جون وِڏيون رَسيُون، چَال اُنهيءَ ڏِنو چَس وو چَس.

پاڻ وِڃائي، پاڻ سُڃاتَم، پيچ پِريت جو پُورو پاتَم،
نازڪ ناتو نيهي لاتم، محبت وارو مَس وو مَس.

ويڙهه وجودي ويهي ووڙيم، جاءِ فراق جي جيءَ ۾ جوڙيم،
پر منجهه پنهنجو پاڻ پَتوڙيَم، لُڙڪ وَهائي لَس وو لَس.

اُلڪو اون ’ايوب‘ اُجاريو ساٿ سُورن جي ساڻ گهاريو،
ڏيهه ڏِسڻ جو ڏُکن ڏيکاريو، گُوندر لائي گَس وو گَس.





# راڻو

## ڪافي

ٿلهہ:

ڪاهي ڳرهو ڪاڳ تي، آءُ سوڍل يار سياڻا،
سوڍل يار سياڻا، رُس مَ ٿون راڻا.

وَڻن ڪِين وجود کي، هي وَر رِيءَ وهاڻا،
جايُون ڳُل جَبات جا، ٿِيا پَلنگ پُراڻا.

مارين ٿا معذور کي، هي منڊل مانڊاڻا،
ساجن بنا ساهَہ کي، نہ سيئي سيباڻا.

ڏِيئا تيل ڦُليل جا، سي اَڇي اُجهاڻا،
روئن رَت رَتول ۾، مُنهنجا نيڻ نِماڻا.

اندر منجهہ 'ايوب' جي، ڪيا سُورن سَتاڻا،
مناسب ناهي مينڌرا، مسڪين سان هي ماڻا.



## ڪافي

ٿلهہ:

دل ۾ دلبر دائم دَم دَم، طلب تنهنجي جي تار آهي،
محبت تُنهنجي مست بنايو، مون ڪي مِنٺڙا يار آهي.

آءُ پيارا پرچي پاٽا، رِيت رُسڻ جي ڇڏ تُون راٽا،
محبوب! ايذا ڪر نہ ماٽا، بيوس هي بيمار آهي.

دَم دَم فالون هي دلبر پايان، قاصد توڏي ڪانگ اُڏايان،
سوز اندر جو ڪنهن کي سُٽايان، سرس سدا صَد بار آهي.

دردن آهي دِل کي سَتايو، جوش جانب جيءَ جلايو،
حُسن تُنهنجي هي حُڪم هلايو، حاڪم حشمتدار آهي.

گليءَ گليءَ ۾ ٻوڙها ٻاڙي، هينئڙو هر هر هَنجُون هاري،
وَسَئُون ويهان آءُ ڪيئن وِساري، پياس ڏنو پيار آهي.

ايوب' تُنهنجو اصلئون آهي، قاتل پِڙ ۾ صاف ڪُڏائي'
لوڪ سڄي منجهہ لِيئَڙا پائي، عشق ڪيو اختيار آهي.





# سارنگ

# ڪافي

ٿلهہ:

وَسي ٿِيا وَسڪار،
ساوڻ سڀ رَنگ لايا.

پِرين جي پَرديس پَري هُئا، موتي مُند مَلهار،
سي محبوب مِلايا.

واحد وِڇڙيا وطن ۾ واري، جوڙ ڪري جِنسار،
صَابِر ڪيا هي سانگ سَجايا.

ڪرم ڪِروڙين قادر ڪُل تي، ڪيا رَب ڪُلتار،
سڀ وَلهار وَسايا.

پيچ پِنيءَ برسات بِره جِي، دوست مِٺا دِلدار،
اڱڻ 'ايوب' جي آيا.



ഇര

# سورٺ

ഇര



## ڪافي

ٿلهہ:

اج پڻ مُنهنجي يار،
ڪيا وَيس وَسڻ جا،

سارنگ سڀ رَنگ سُونهن سَرسا،
سَرها ٿِيم سَنگهار، پَسي پار پَسڻ جا.

رعدن رمزون راتو ڏينهان،
گوڙين جا گجڪار، رُڃن پاس رَسڻ جا.

وَر وَر وِڄڙيون ڏين وطن ۾،
چوطرفين چَمڪار، ساري ڏيهہ ڏِسڻ جا.

ايوب’ اَبرن اوٺُون لاَئُون،‘
لَٽڙا ڏُرت ڏُڪار، پايَم هار هَسڻ جا.



# ڪافي

ٿلهہ:

ٿُونهِي تَند طَلب جي توڙ وَڃائِج تَن نَن مَن ۾.

ٿُون هِي ٿُون جي تَند تَنوارِج، ٻِيائي ڪي هِت ٻوڙ
ڏيئي ٻَن نَن ٻَن ۾.

سار سندا رَنگ سو ٿِي ڏارِج، گُهري ڪَري جو گوڙ
گگَن نَن فَن ۾.

ملڪ معنيٰ جو مالڪ بنجي، خيما خيالي ڪوڙ
پَس تہ پَسارو پَن نَن پَن ۾.

ايوب' اَزَل جو آواز اُونائِج، جامون جسمي جوڙ'
چيرُون چمڪاءِ چَن نَن چَن ۾.



# ڪافي

ٿلھ:

وِھامي رات جا ويئي،
وري واپس نہ سا ورندي.

هِمت ڪر، هوش رک هاڻي، حياتي هي نہ هٿ ايندي،
وِڃائجي جي وَهي وئي، هينئين ۾ پئي سدا هُرندي.

سِگهو ساٿي ڪري سايو، سنبر سانبر سفر ساري،
سُجاڳي ري سمجھ ساري، سچڻ ساعت نڪا سَرندي.

مدامي ملڪ جون موجون، متان ميٺي ڇڏين من تان،
مجازي موھ تي ماريا، مفت مايا ۾ دل مرندي.

آھي 'ايوب' جيڪي اڄ، سُپاڻي تنھن کي سارينديں،
طلب سان تار منجھ ٻيڙي، تاريندين تہ پئي ترندي.



## ڪافي

ٿلهہ:

نياڳي نِنڊ نيڻن جي،
نِسنگ نِروار ٿي مُنهنجي.

سُمهڻ مان سَوَ سُور سرتيون، ساري ساري سُٽايا ڪنهن،
بيواهہ بيوس ٿِيس بُڇڙي، بُري بدڪار ٿي مُنهنجي.

جَتن سان جوڳ جاڳڻ جي، ڪيان ها جي ڪوشش وٺي،
نہ ساٿي ويل سا نِبيري، سُجاڳي سار ٿي مُنهنجي.

ڪئي مون ڪانہ ڪا اهڙي، وڻي جا هاج ها هُن کي،
اديون! افسوس آهي اِيِ، ڪوجهي سپ ڪار ٿي مُنهنجي.

ڏينهان راتيان ڏيان ها جي، اوجاڳا هِن اکڙين کي،
تہ جاڳي جلد جلديءَ ۾، همٿ هوشيار ٿئي مُنهنجي.

هُئي جَس جيڏيون جڏهين، مِلي مون کي محبت سين،
ويو اُهو وقت ويسر ۾، هٿان مون هار ٿي.

سُکن جي سيج سچ سرتيون! وڻي نہ وَر بنا مون کي،
قسم آهي ڪشش قلبي، پرين جي پار ٿي مُنهنجي.

ستايو ياد سُهڻل جي، اچي 'ايوب' کي آهي،
اَول جي آشنائي اڄ، عجب اظهار ٿي مُنهنجي.





# پيلو

## ڪافي (پيلو)

ٿلهہ:

خادم خاڪي آهي،
ٿُنهنجو خاص خُلاصو.

ٻانهپ ٻولي آيو اصل اَلستي آلا، قالُو بَلا ساڻ ڳَتي هستي هزار آلا،
من ٿِيو مُلان ڪونہ آهي، ويو سڀيئي وِسواسو.

بي رنگ مان رنگ ٻڌيو بشري بوتو آلا، پِجري پاپ ۾ پيئو تنهن دم طوطو آلا،
ان ۾ اوطاق آهي پَروَس پياسي پياسو.

ويئڙو وجود ۾ واحد وَنحن وائي آلا، صُورت سُهٽي ساجن صاف صفائي آلا،
موج ميثاقي آهي، ناز نوازيو نِراسو.

عبد 'ايوب' اول ڪان آخر تائين آلا، سڏجي سِڪايل سُهٽا ثابت سائين آلا،
قتيل فِراقي آهي، دلبر ڏي ڪو دِلاسو.



ﮐ ﮐ

# وهاڳڙو

ﮐ ﮐ



## ڪافي

ٿلهه:

صُورت صحيح سيد جي سُبحان جي
نموني،
آئي عدم ڪان آهي انسان جي نموني.

ظاهر ظهورو ذاتي ذيشان جي نموني،
نوري نقاب کُليو نيشان جي نموني.

صاحب سخي سراسر سُلطان جي نموني،
قادر قدير ڪُل تي قربان جي نموني.

فائق فياض فاضل فرقان جي نموني،
قائم قديم ڪامِل قرآن جي نموني.

عبرت 'ايوب' ڪيئڙو اِريان جي نموني،
احسن عجيب احمد اڳوان جي نموني.



# ڪافي

ٿلهہ:

ٻَري ٿي پار ۾ پنڌڙو، پريتي پيچرو ڇَريُون،
لکين لَٽڪيو لَڪن مان ٿيون، وڃن واپس وِڇان وَريُون.

ڪشالو قُرب جو ڪاڙو، ڪٺڻ آهي ڏُکيو ڏاڍو،
همت مردان سوا مشڪل، ٻسڻ ٿِيو پار آ پريُون.

نَہ جن ۾ آهي ڪا محبت، نَہ تن جو ڪو لڇڻ سهڻو،
رَهن هر هر هميشہ سي، چال ۾ ڇَلت ۾ ڊِريون.

لهر جوڀن لَڄائي جن، وڃايو وقت ويسر ۾،
وِٺيون ويچا پيين وِچ ۾، ڪٺڻ بازي ڳنا ڪريُون.

رُڳو خالي رِٽائن ۾ عمر ساري اديُون ويئي،
اچو هاڻي اڳوڻو جو، وِيَل ويلو قضا ڪريُون.

نڪا سَرتي، نڪو سانگو اچيو اُڄ تِي وڪوڙي جِت،
ڇپر ڇالا ڪري ڇِنيُون، ٻهڻ پيرن سنديون تَريُون.

ايوبا' اڄ الائي ڇو نہ آ رُغبت رفيقن ۾،'
ڪري اَرمان ۾ آهُون، اڪيون هي آب سان ڀريُون.



## ڪافي

ٿلهہ:

ڪانگل سُٽايم ڪي،
آڻي ڪِينئَنجون خبرون.

مُلڪ ملير ۾ مارُو مِٺڙا،
ٿيئڙم ڏينهن ڏِٺي،
آڻي ڪِينئَن جون خبرون.

اُڏري اَباڻن ڪان اچي،
ويٺم ڏائي ڏار تي،
آڻي ڪِينئَن جون خبرون.

پڪي پِرين جون پاڻ ٻَلايون،
نيون نِشانيون ڪي ڏي،
آڻي ڪِينئَن جون خبرون.

ايوب’ اندر ۾ سانڍ نہ سَل،‘
سچ پچ سِڪيون سي،
آڻي ڪِينئَن جون خبرون.



## ڪافي

ٿلهہ:

ڪا جا سُٽايم ڳانوَ
ٻوليون سي نہ ٻُڌائڻ جهڙيون.

پکي پاريسي پَر منجهہ ويهي،
ٽَوان ڏسيم نانوَ
ٻوليون سي نہ ٻُڌائڻ جهڙيون.

خبرون ڪِنياتَل خير جون آڻي،
ڏنم اهڙي ڏانوَ
ٻوليون سي نہ ٻُڌائڻ جهڙيون.

آهي اُڏاريل اصلي اُن جو
لَڏيم جنهن سان لانوَ.
ٻوليون سي نہ ٻُڌائڻ جهڙيون.

اُلڪو اَون ’ايوب‘ پِرينءَ جو
هر هر اَندر هانوَ.
ٻوليون سي نہ ٻُڌائڻ جهڙيون.





# ڪارايل

## ڪافي

ٿلهہ:

مَن تان لاهين ميرُ،
صادق صاف دِلين جا مالِڪ.

صفا سچو صوفي آهين،
غين نہ جنهن ۾ غيرُ.

مُون ۾ آهي مُنهنجو موهن،
ويرِي سوئي ويرُ.

ويڙهہ وصالي وحدت واري تو ۾،
پُرجهي پائِج پِرين پيرُ.

آهي عَيان سڀ توکي عاشق،
صُورت وارو سيرُ.

صَدق 'ايوب' جو صادق تو دَر،
مُنهنجي آهي ٻانن واري ٻيرُ.



# ڪافي

ٿلهه:

آيو عشق عجائب آر ڪري،
عدمئون آدم کي اظهار ڪري،

جڏهن ظاهر ظهورو ذات ڪيو، تَجلو توحيدي تَجلات ڪيو،
اَچي آدم کي اَثبات ڪيو، نورن نُور اعليٰ نِروار ڪري،

بوتو بيرنگ مان بيباڪ بڻيو، چَهرو چئنين مان سو چاڪ بڻيو،
پوشاڪ پائي رُوح پاڪ بڻيو، سهڻي صُورت جو سينگار ڪري،

جڙي جِن اِنس جتي جيس ٿِيو، اُتي عاشق مان اِبليس ٿِيو،
ڪوجو قُرب ۾ ڪيڏو ڪِيس ٿِيو، تڏهن تڙجي ويو تڪرار ڪري،

انهي اِشاري احسان اصل، آهي عشق اُجاريو انسان اصل،
ايوب' پنهنجو پاڻ سُڃاڻ نسل، خالص خاص خُدائي خُمار ڪري،



## ڪافي

ٿلهہ:

لڳو عشق عجب اسرار اَٿم،
آيو بِره جو بارِي بار اَٿم.

عشق جي آتش آگ لڳي، ڏُوم ڏَام ڏڳي ڏِڙ ڏَاڳ لَڳي،
لُڇي لُونءَ لُونءَ پئي لنئون لاڳ لڳي، ٽُنهنجي نِينهن ڪيو نِروار اَٿم.

لوڪ سارو مَر ٽوڪ ڪري، مهڻا مُحڪم مُون سِر موڪ ڏَري،
رِند رَاهن تي ٿو جا روڪ ڪري، تنهن لاءِ طَلب جي هٿ ۾ تلوار اَٿم.

دِل ٿي چوي دلدار ڏِسان، پنهنجو هوت هينئين جو هار ڏِسان،
تنهن جانب جو جِنسار ڏِسان، جنهن جي درشن جي دَرڪار اٿم.

سُڻ ’ايوب‘ سندو اَحوال مِٺا، هِيڻو هِجر ۾ ٿِيو حال مِٺا،
اَچي ڀَلائي ڪر ڀال مِٺا، يَڪي ياراني توسان يار اَٿم.





# آسا

# ڪافي

ٿلهہ:

صورت جي سردار موهيو منڙو.
سَرسَ ڪري سينگار موهيو منڙو.

نِت نِت نازڪ نوان هزارين،
ناز ڪري نِروار، موهيو منڙو.

جانب جاني دل ڪئي ديواني،
جوڙ ڪري جِنسار، موهيو منڙو.

ايوبؔ اشاري سان اُجاري،ؔ
حاڪم حشمتدار، موهيو منڙو.



## ڪافي

ٿلهہ:

آءُ هلي هِڪوار، اڱڻ اسان جي،
دوست مِٺا دلدار، اڱڻ اسان جي.

ماري جانب تنهنجي جدائي،
واڳ وصل جي وار، اڱڻ اسان جي.

ڏُکيا ڏينهڙا گهايل گهاريان،
تو بن جانب يار، اڱڻ اسان جي.

من مُرادون پرين پُڄائج،
گهوٽ گهڙيون اچي گهار، اڱڻ اسان جي.

عرض 'ايوب' جو يار اونائي،
موٽ مِٺا مٺار، اڱڻ اسان جي.







## ڪافي

ٿلهہ:

صَدق ڪَريان سَوَ بار،
هيءَ سِرڙو گهوري يار.

سِڪڻ سَچائِي ڏاران سَچ پَچ،
ٻيو نَہ وَٽي ڪَم ڪَار.

مِلڪيت مَايا مَڏيُون مِڙيوئي،
گهوريان سَڀ گهر ٻار.

ماڻڪ موتي لک مَرجانا،
هيرا لعل هزار.

ايوب' اُداسي پَروَس پِيَاسِي،'
پيش اوهان پينار.



## ڪافي

ٿلهہ:

ٿَمر سُجاڳي آهي،
سَيجَ جِي سَانگ سَفر لاءِ.

اَصل اَويڙي اُبتڙ عادت،
نِندَ نِياڳي آهي.

دِلڙي دِيوانِي وَطن وَيڻ جِي،
وَنجهل ۾ واڳي آهي.

رَمز انهي مَنجهہ راتو ڏِينهَان،
رُوحڙو رَاڳي آهي.

ايوبؔ اَندر ۾ آگ اَجَل جِي،
جِيئري جَاڳِي آهي.







## ڪافي

ٿلهہ:

ڏکيا ڏک ۾ ڏينهن هزار،
گُذرن ويٺي يار گذاريان.

ساريو ساريان آءُ سائين، سُهڻل تنهنجو سانگ سدائين،
سِڪيو سَاري سَڀ ڄَمار، رويو هَرهَر راهہ نهاريان.

ايندا ويندا پانڌي پڇايان، پَر ۾ تو لئي فالون پايان،
پلپل پيارل تنهنجي پار، قاصد ڪِروڙين ڪانگ اُڏاريان.

ڪوهہ نہ ڄاڻان ڪهڙي سَانگي، ويهي رهيو وطن اَڙانگي،
وِيرُون وَريو اَچن وِيچار، ٻُوڙها ٻَل، ٻَل ٻَاڙي ٻَاڙيان.

اُڪنڊ ‘ايوب’ ڪي آهي اهڙي، سِپ ساموندي اَبَر جهڙي،
مَهل مِلڻ جي مَندبل مَلار، ويهي هرگز ڪِين وِسَارِيان.



## ڪافي

ٿلهہ:

فَجر نِماز ۾ فِڪر جِي فَال،
پَايم تولئي يار پيارا.

سَارِي رَات سِڪايل سَاريم، ڏِيا ٻتيُون ڏِيل ۾ ٻَارِيَم،
خاص خُماري خَالِص خيال، سُمهڻ ڦِٽايو ڏيئي سَهارا.

نِنڊ نيٽن جِي نِينهن نِياري، اَچي اُڏائي سَاڻ اِشاري،
پَال پَلايُون ڪِروڙين پَال، سَچ پَچ سَندوئي سَرس سوپارا.

جَاڳَر جوڙي جِسم جَاڳائي، لَنئُون جَا وِٽس توسان لَڳائي،
هَر ڪَنهن رَنگ ۾ حَسِين جَمال، ڏِسڻ ۾ آيو تنهنجو ڏِيارا.

اَسُر 'ايوب' اهڙو اُهَاءُ، لاءِ سُجاڳن صَاف سُهَاءُ،
وَري وَاڏايون وَاهہ وِصال، مِليون مِنٿا موڙ مُهارا.







## ڪافي

ٿلهہ:

جو دَم جَالين جَاڳر جوڙ،
نيٽن وَارِي نِنڊ اُکوڙ.

سَنجهو ٿَارِج سُٽندي سُڻ پُڻ، چَئني طَرفين چَالُو چُڻ پُڻ،
اَندر اِسم جي رَڪجان اُڻ ٽُڻ، ٻُوٽا ٻِيائي وارا ٻوڙ.

آڏِي گُذارِج اهڙي سَاري، پهرين رات پَرٽي وارِي،
گهوٽ ڪُنوار گڏجي گهاري، تهڙي طرحان ڪَجئين توڙ.

اَسُرَ ويلي آگ لَڳائي، ٽَن کي ٽَنگيون ڏيئي ٽِڳائي،
جِيئَڙو جَاڳي جَلد جَاڳائي، وارِي وَرق وجودي وَوڙ.

پِرهہ ڦُٽي پِرِيات پُڄاڻا، عَام ڪان اَولي رَهج اَياڻا،
ڏِينهن سَمورو سَمجهہ سِياڻا، آهي نَنگاوت وَارو نوڙَ.

وَقت آخر جو وَاجو وَڄي ويو، لوڪ ۾ لِڪيو هَلج لَڄِي ٿِيو،
ايوب' آخر عُمر سَڄي پيو، لُوح قَلم جو لِڪيو لوڙ.'



## ڪافي

تلھ:

جو دَم جِيئرو آهين تُون،
پَاپ پَلي پِيو پَائين تُون.

وَچن وِساري رَهيو وِبهِي، قُوت تو مَنجھ آهي ڪيھِي،
ڏَھ ڏَھ پيرا ڏِينهن ۾ ڏيهي، ڏَسيو ڏوھ وَڌائين تُون.

ٻول قبولي ٻَانھِپ واري، آئين هِت جو عُمر ساري،
چَئني طَرفين آَئي چَارِي، ڪهڙي ڏِس تو ڪاهين تُون.

هَٽندين هَتڙا رَکج هُوشياري، طَالِب ٿِي ڳَر توبھ زَارِي،
مَتان نَہ اَڳيان ٿِيو مَيارِي، وينو ڳوڙها وَهَائين تُون.

اُلفَت وارو اَکر اُجاري، مَري مَجَائِج موت کي مَاري،
پِرت پرولي پَر ۾ پاري، چَڱُو ٿِيڻ جي چَاهين تُون.

'ايوب' اَصلي اَکيون کولي، عَام کان هَردَم رَهجان اولي،
ڳَالھ ڳُجهيري هِي ڏَس ڳولي، نَاهين هَرگز نَاهين تُون.







## ڪافي

تلھ:

آدم آهين اَکيُون کول،
ڳَالھ اِهائي واري ڳول.

عَجب آڏاوت سَندي آڏائي، جِن مَلائڪ سَيئي سَڏائي،
صَاحِب تِن کي سَجدو ڪرائي، ڪيو مَٿانهون تنهنجو مول.

عَاشق عزازيل تَڙائي، آئين پَنهنجو بَخت بَڙهائي،
لَعنت وارو لفظ پڙهائي، رَازق اُن کي سَڏيو رول.

چار عَناصر چَارئي چَاڪ، هَر ڳنهن رَنگ ۾ تِن جِي هَاڪ،
آيا تولاءِ تي املاڪ، واري وَرق وُجودي وَڙول.

آب، هَوا، آتِش، خَاڪ، پَرور سَڏيو جِن کي پاڪ،
بَنيو تِن مان تُون بيباڪ، اَلڳ رُوحاني آهي اَلول.

محمد 'ايوب' مَانَ آَئي، اَحمد ٿِيو اڳوان آَئي،
شَاهِي شَاهِي شان اٿئي، پولا لاهي ڇَڏ ٻِيا پول.



## ڪافي

ٿلهہ:

سي ڪِيئن پَليان پُورَ مَاهيو،
دِل مَنجهہ ديرا جِن جَا.

صَبر شَرم شَانُ شَاهِي، رَاهہ وَٺي ٿِيا رَاهِي،
رَهن نہ مُون وَٽ سي مُور مَاهِيو، ڳَاڏي وِيا هُئا ڪِن جا.

عَيش عِزت ۽ آرام، جَاليم جِن سان ٿي جَام،
دَردن ڳَيا سَيئي دُور مَاهيو، ويچا پيا وَرهِن جَا.

ڏيٺ ڏُکن سان ٿِيئڙي، سَاعِت سُک جِي ويئڙِي،
سامان سَوَ لک سُور ماهيو، جيءَ ۾ هٿ آين جا.

بَرسَر آيا بَارا، بَار غَمن جَا سَارا،
ويڙهي ويا وَهلُور مَاهِيو، تَڪيا دَر تِن جَا.

ايوب' اُجَارا آٿيئي، مُڪا پِرين جي مَٿئي،'
مُرڪي ڳَر ٿُون سي مَنظور مَاهيو، مَالڪ پَنهِنجي مَن جَا.







## ڪافي

ٿلهہ:

مَر ٿِيون مِڙَيون مِهڻا ڏين، لَنديِ پَلي مُون ليکِين،
دِل جُون ڳالهيون دِلبر ڏاران، ڳبيون ڳنهن سَان ڪِينَ.

ڪِلندن جو پڻ خير ٿئي، جي هوءَ خوش ٿي ڳن خواري،
جڳ سَڄي جِي جُٺ ڦَٺ جيئري، سَهبي سِر تي سَارِي،
حَيف چَون جي حَال مُنهنجي ڪي، سي شَل سَرهَا ٿِين.

طَعنا ٽُنڪا طَرحين طَرحين، لوڪ سَڄو لَک ڏي،
ويهندو سَيڪو وَات وِجائي، مُنهنجو ڇَا ٿو ٿِئي،
صَبر سَتِيءَ جو ثابت رَهجي، ڇَري پَلين پِيا چَوَن.

جَهڙي ٿَهڙي جَڏهن جَا ٿي، سُهڻل يار سَڏي،
حَاضر ٿِينديَس هَٿڙا جوڙي، ڳولِي مَانَ ڳڏي،
ٻَانهِپ جِن جِي ٻولي آيس، سيئي مُون کي شال سَڏين.

اُلڪا اونار هن اندر ۾، 'ايوب' اهڙي ريت،
دِل جا دُشمن دَفع ڪَري سَپ، پَرڪيان جِيئن پِريت،
هِي حَقِيقتُون حَال مُنهنجي جُون، پَڌَر نہ ڳڏهن پَون.



## ڪافي

ٿلهہ:

دوست مِٺا دِلدار يار،
وَار وَرڻ جُون واري وَايُون.

سَانگ اَويري سَفر چِتايَئي، رَمز نَہ جَاڻان رُخ چو مَٽايَئي،
لاشڪ سُهڻا لَيل وَنِهار، آءُ تولاءِ هيءَ اَڪٿِيُون اُڃايُون.

ڏيهہ ڏِسيُون ڪُل ڏورِيَم تولاءِ، سَاهہ صَدق ۾ سِرڙو گهوريم تولاءِ،
نَاز ڪَري ٿِي نِروار، آءُ تہ موتي نَئون نِينهن لايُون.

هِجر فِراق ۾ هِي دِل جَانِي، ظاهر ظهور ٿِي فِڪر ۾ فَانِي،
مَهر ڪَري اَچِي مِل يَار، جَانِب جِيئري لاَهہ جُدايُون.

آس اُميد ‘ايوب’ کي آهي، ويهڻ نہ واجب آسرو لاهي،
اَول آخر جَا آڌار، مَهر ڪَري اَچِي ميٺ مَدايُون.







## ڪافي

ٿلهہ:

يَاد پِيَم قَول ٿُنهِنجِي يَارِيءَ جَا،
ڪَيم اَنجام عُمر سَارِيءَ جَا.

فَخر فِراق وِڃايَم سَپِيئِي،
دولت دُنيا دارِيءَ جَا.

وَقت قَضا ٿِي وَيسر ۾ ڪِيئن،
ويئڙا مُون ويچارِيءَ جَا.

مَاف مَديون ڪَر مُنهِنجيُون،
مِڙِيوئي ڏوهہ مَ ڳَڻج ڏوهارِيءَ جَا.

عَاجِز عَرض ‘ايوب’ ڪَري ٿو،
تَو دَر توبهہ زَارِيءَ جَا.



## ڪافي

ٿلهه:

نَازڪ لأَئي نِينهن،
سُمهڻ مُناسِب سَرتيون نَاهي.

پِرت ۾ پهرين پَالڻ گُهرجي،
قُرب جو ڪيهر شِينهن.

وَسڻ وَسائِڻ وَرَ وَرَ ڏيئي،
مُحبت وارو مِينهن.

ڪَتڻ ڪَنبڻ ۽ چوري چَرخو،
روئڻ رَاتو ڏِينهن.

جَاڳڻ ‘ايوب’ جِيئري جُڳائي،
لَٿي اُپري سِين.







## ڪافي

ٿلهه:

مِلڪيت مَايَا مَڏيُون مَال،
صَدقي توتان يَار سَمورا.

حُسن حَبِيب حَقانِي تنهنجو،
جَوڙ نَہ جَڳ ۾ جَانِي تنهنجو،
جوهر جَلوي ڏَار جَمال،
سُونهن سي سِينگار سَمورا.

پيارل پَنهنجو پَاڻ پَلائي،
پير اَڱڻ تي شَال پِريم پَائي،
هِڪڙي پيري ٿِي هِڪ حَال،
دَرَدَ سُڻو دِلدَار سَمورا.

سُهڻل تُنهنجون سُٺِيو سَخَائون،
لَڳيُون اَچن پُنِيَان لَڪائون،
ڪَشَش اَوهان جِي آهي ڪمال،
قُرَبَئون سي ڪَم ڪَار سَمورا.

ايوب’ عَجمي آهي پياري،‘
يَاوَر لَڳِيُم تو سان ياري،
نَام اَوهَان جي ڪَيُسَ نِهَالَ،
گهُوريان هِيءَ گهَر ٻَارَ سمورا.



## ڪافي

ٿلهہ:

سِٽ سِٽ مَنجهہَ سَرِيرَ وي مِيان،
سُور سَانِگيَن جي سَچ پَچ لائي.

ڏَڙَ ڏَڙَ ڏِڙَ ۾ ڏَاڙان ڏَنَارن،
ڏَمچَر دَم دَم ڏُو ڏُوپارن،
اَڻ ڪُٽ آهي اُڪِير وي مِيان،
ٻَاري اُنهيءَ ٻَچ ٻَچ لائي.

وِيرُون وَريُون ڏيئي وَر وَر،
هَلچَل هِينئڙي ۾ هَر هَر،
هِڪڙي حَال هَمِير وي مِيان،
پَلَٽ پِرين جِي پَچ پَچ لائي.

مُونجهہَ مَاڙين جِي مَاريو مَنَ کي،
ٻِيڙَا ٻَانِهيُون ڏيئي ٻَن کي،
سي اُچلائي چَڏيم اَمير وي مِيان،
رَڳ رَڳ ۾ تِن رَچ رَچ لائي.

ايوب' اَباڻا اَصُل نَہ وِسرن،'
نَار نيڻن مَان نَديُون نِسرن،
سي نوان تَہ وَهَايم نِيرَ وي مِيان،
اُڪَنڊَ اَباڻي اَچ اَچ لائي.







## ڪافي

ٿلهہ:

بي وس بي اختيار دِل ٿِي قابو،
حُسن پَسي هِڪوار دِل ٿِي قابو.

ٻَنڌڻن ٻَڌي آ ٻال جَتِي جي،
اَول ڪَري اِقرار، دِل ٿِي قابو.

هِجر فراق حَبِيبَن جي ڪئي،
ڏِڙ سِر ڪان اچ ڏار، دِل ٿِي قابو.

مَام محبت موهي مَاري،
بِرهہ اَندر بِيمار، دِل ٿِي قابو.

عشق اَويري 'ايوب' آڻي،
نِينهن ڪئي نِروار، دِل ٿِي قابو.



# ڪافي

ٿلھ:

جانب منھنجو جِسم جَلايو،
جَلَوي تنھنجي جوت جَمال.

حُسن اوھان جي حملا ڪيڙا،
پِيچي پيچَ پِريتَ جا پيڙا،
سيني اندر سَرسَ سمَايو
خَاصَ خُمَارِي خَالِصَ خِيَالَ.

طَرَحِين، طَرَحِين تَابَ تَجلاَ،
قَهَرِي ڪَاڪُلِ نيڻ ڪجلا،
رَهَبَر تي جِنَ رَنگ رِلاَيو
بي رنگ بَرَسِيو بِرَهَہ بَحَالَ.

سُھڻا سپ سينگار سَراسَر،
بيوس ڪَنَ بِيمَار بَرابَر،
تَنَ مَنَ تُنھنجي طَلَبَ تَپايو
حاصل ھر دم ٿِيئَڙو حال.

عَجَبَ عَجَائِبَ آرَ اَڙَانگو
توڙي سپ سَنسَارِ جو سَانگو
عشق 'ايوب' تي اصَلِي آيو
ڪَيُسَ قادر قُرب ڪمالُ.



## ڪافي

ٿلهہ:

ٿي شَتاب، ڪَٽ ثواب، ڪر نقاب کي پري،
وچ نہ مَٿي آ، سَٽي سائين پردو حِجاب کي پري،

سُهڻا صَدائون جي سُٽي، گُهرج تنهنجي آهي گهٽي،
ٿي سُجاڳ ڇڏ کٽي، انهي نِيمر خواب کي پري،

ماندو مسافر مان مريو، ڀڙڪيو، وڃان هِت پيو ڀريو،
عاشق مريض تان ڪريو، دوکي دولاب کي پري،

سُکن مٿيو سُورن سَڏيمر، گس جا سُونهان گُوندر گڏيمر،
نوڪر لڳي پُٺي ڇڏيمر، خط ڪتابت جي ڪتاب کي پري،

آيري 'ايوب' کي سڏيو، نيئي غلامن ۾ گڏيو،
اولي متان اوهين ڇڏيو، هن بد افعال، بي حساب کي پري،







## ڪافي

ٿلهہ:

اُلٽا اُلَٽ اڪيون ڳن آر،
حُسن پسڻ لئي هر هر يار،

جيئن ڏِسن ٿيون، تيئن وَسن ٿيون،
رويو رويو رَمز، رسن ٿيون،
پَرکي پنهنجو پاڻ پَسن ٿيون،
پُوريل دريون پَٽيو پارَ،

آَصل اُٿاري، ساڻ اِشاري،
ڪونئيون ڪاڪُل قُرب قَرارِي،
ناتي نيهي نينهن نياري،
نِت نِت ناز ڪيو نِروار،

جنهن دَمر جلوو جوش جاڳايُن،
عشق جي گهاٽي اندر آيُون،
پِريمي پَلٽُون لائِيون، پِيڙهہ
نَوان وَهائين نار هزار،

آهن عشق 'ايوب' اُجاريون،
مامر محبت موهي مَاريُون،
ڳارڻ ڳاري ڳُجهڙي ڳارِيُون،
ڪڏهن ڪنديُون ڪِين قَرار،



## ڪافي

تلهہ:

طلب تپايو تار جُڳائي،
تو بِن جانِ تَن نَن مَن.

عدم ڪنان ٿيس اصل انجامي، ماسوَالمحبُوب مُدامي،
اها تمنا آهي آهي، ڏُوڙ مِڙيوئي ڏَن نَن ڏَن.

سُرت نِرت ۾ ساري ٿُنهنجي، ياد رَهي ٿي ياري ٿُنهنجي،
لاڳاپا سڀ لاهي لاهي، ٻِيائي کي ڏيئي ٻَن نَن ٻَن.

عشق عجائب آگم لايو، محبت محڪم مَچ مَچايو،
پيير پَتنگ ٿِي پائي پائي، ٻِره چوي ٿو ٻَن نَن ٻَن.

جنهن دَم جَامُون جسمي پائي، 'ايوب' آيس اِسم سَڏائي،
قدم ڪُڏائي ڪاهي ڪاهي، ڇير وڃايان ڇَن نَن ڇَن.







# پرياتي



# ڪافي

ٿلهہ:

مَهل مِلڻ جي موتي آئِي، مِهر ڪري منٺار مِلو.
محبت تنهنجي موهيو مَن کي، محب مِٺا موچار مِلو.

ويل وَصل جي وَهہ واهہ وڻندڙ وارث هڪڙي وار مِلو.
واري وَسيلا واڳ ورائي، ويٺي هٿ وِينجهار مِلو.

جَشن ڪرايو جلدي جاني، جوڙ ڪري جِنسار مِلو.
جوشن جندڙي آهي جلائي، جيئري جانب يار مِلو.

مَرڻ جيئڻ جي مام سُڃاڻي، مشڪل منجهہ مهندار مِلو.
ميٺي مديون ماف ڪري سڀ، مالڪ ٿي مختيار مِلو.

اُڪنڊ ’ايوب‘ کي آهي اهڙي، اڄ جو اڄ اظهار مِلو.
آمِلَ آمِلَ اچي عجيبا، آڙِين جا آڌار مِلو.

## ڪافي

ٿلهه:

سوالي آهيان سُهڻل سائين، دَر تنهنجي دلدارا وو،
حُسن ڏيکاري هينئڙو ٺاريو، پرچي يار پيارا وو.

نِرمل تنهنجا ناز نوان هَزارين، نِت، نِت ناز نيارا وو،
نقش نقاشي نم نم نازڪ، وَهه واهه نينهن نظارا وو.

محبت واري مَوج موچاري، مامر مِٺي منٺارا وو،
مُورَ نـَ وِسري مَن تان منهنجي، مرضي جا مختيارا وو.

پريم پارس پلٽون لايون، پُرجهي پِرت پَسارا وو،
پيوند پيچ پيا جي پلپل، پَروس ڪيم پڪارا وو.

آيس اڪيلو 'ايوب' تو وٽ، عاجز ٿي اظهارا وو،
اُڪنڊ جڳايا آهن اندر ۾، اُلٽا لائي اِشارا وو.







## ڪافي

ٿلهه:

ڪِينَ ڪي آهيان، ڪِينَ ٿو چاٽان،
ڪِينَ اُجارڻ آيُمَ ڪِينَ.

ڪِينَ جي قيل مقال ٿو ڪريان،
ڪِينَ قَلَبَ کي لاَئِيُم ڪِينَ.

ڪِينَ ڪُڇَان مان ڪِينَ پُڇَان مان،
ڪِينَ سان پيوَندَ پَايُمَ ڪِينَ.

ڪِينَ قبولي ڪِينَ ۾ آيُس،
ڪِينَ ڏي ڪڏهين ڳاهِيُمَ ڪِينَ.

ڪِينَ قَلَبَ کي قيد ڪري ڪجهه،
ڪِينَ جو قرب لِڳايُم ڪِينَ.

ڪِينَ جي ڪُنَ ۾ ڪم ٿي ڪاهي،
ڪِينَ 'ايوب' ڪمايم ڪِينَ.



## ڪافي

تلھ:

هي هَڏَ وِهاڻي، ورِي وَارَ ٻِيءَ جِي،
وٺ وِچ ٽَرِي وَاٽ، ٽيندي ۽ ٽِيءَ جي.

گُذريو ڪيئن گذري، پيو وقت پَلَ پَلَ،
اُٺي اوٺَ جَهلَ ڪا، سَنجهي مان تون سِيءَ جي.

آڌيءَ رات اَلَٽ ٽي آءُ، ميرَ مَ آڻ،
جلدي جڳھ جوڙ جاڳڻ سان جِيءَ جي.

اَسُر جو اُهائو اُجاري اَنڌن ڪي،
هِڪَ حال ٽي هَلَ، ڪر ياد ڪِيءَ جي.

عجب چال ’ايوب‘، پَر ڪان پِرھ جو،
پُوري ٽي پچاڙيءَ ۾، وحدت جي وِيءَ جي.







## ڪافي

تلھ:

اُٿي جَاڳَ جيئَرا جِيئَري مَرڻ لَئِي،
ڳنبِي قُربَ واري ڪِرَتَ ڪرڻ لَئِي.

سُتين رات ساري، پِرھَ تَڳَ پيارا،
اِها ويلَ آهي، سُجَاڳِيءَ سِرَڻَ لئي.

واھ جو وري وقت، آيو آهي وَصل جو،
مُنِي مَامَ محبت جي، ڊِينگهرَ ڏِرَڻ لئي.

هِتي جي هُئَڻَ ڪان، مِنو موت اَٿَئِي،
ڳُجَهِي ڳالھ ڳُجهَڙِي، سا ڳولَهِجَ ڳِرَڻَ لئي.

هِمَٿَ ڪر هلڻ جي، هُنَ پَارَ هَرَ دَمَ،
پُرَجهِي پِرتَ ۾، هِيءَ پيرا پَرَڻ لئي.

ڇڏي نند نفسي، نِپَٽِي نياڳي،
سَنبَتَ ڪر سويري، وطن تي وَرَڻَ لئي.

اَمُرَ ساڻ ’ايوب‘، اُڏَرِي اوڏانهن ويندين،
ٻَڌَجَ توڙ تَوڪَل، تون طالب تَرَڻ لئي.



# ڪافي

ٿلهه:

ساڻي سَنِيهو سڄڻ کي سُڻائيج،
موتي مِلڻ جي ٻولي ڪا ٻُڌائيج.

معذور مُئيءَ کي محبت اوهان جي،
نِماڻيءَ سان ناتو اڃي نازڪ نِڀائيج.

لُوني لَڳَنَ ۾ لَنگهڻِي گذاري،
هيءَ پيغام پانڌي وڃي پُورَا پُڄائيج،

الله ڪارڻ لَڄَ پالَ کي تون،
آزِيُون عرض هيءَ ادب سان آلائيج.

سُڻي عرض 'ايوب' جو آءُ اوري،
نالي مِنا ڪو نئون نِينهن لائيج.







# ڪافي

ٿلهه:

سُتا جَاڳ سَنگتي، سَنگت کي سَنڀاري،
مَتان توکي موڳا، وڃي موت مَاري.

ڇَڏ نِنڊ نياڳي، نيبَهَ نه ٿيندئي،
اِذا جَاءَ اَجلُهُم، وينو ڪيئن وساري.

ڪُلُ نَفس ذَائِقَةُ المَوُتِ ظاهر،
آيو ڄاڻ آيو، ويندو نيٺ واري.

ڪُلُ مَنُ عَليهَا فَانِ قوڙائو
جُدائي جو جاني، پکي پيو پُڪاري.

اَڄَ ڳَلَهه جي 'ايوب'، عِبَرتَ اکين سان،
ڏينهن رات جي ڏس، نظر ڳَرَ نهاري.



## ڪافي

ٿلهہ:

ڪاٿي تون ڪِت ديس،
اصل ڪٿان تون آئين اُڏامي.

عدم ڪان بنجي آدم آئين، ڪيئن وساريئي وطن جون وايون،
لاهي لالچ جا لبيس، طالب ٿي ڏي تَرڪ تمامي.

سفر ڇتايئي سير جي سانگي، لنگهڻ جو لانگهي آئين اَڙانگي،
مَن جي مار مِليس، منزل تي ٿي مرد مُدامي.

ويڙهہ وجود ۾ وِرچي وينئين، پاپي پڃري پوش ۾ پيئين،
پائي وڏائيءَ جو ويس، عنصر ۾ ٿي رهين آرامي.

ايوب' ارادو ڪري اُڏرڻ جو، تار ڪري لنگهہ لانگهو لڏڻ جو،
نِوڙت ڏاري نفس نفيس، مُنڪر ڪي ڏي مار ملامي.



## ڪافي

ٿلهہ:

خيال خوديءَ جا سڀ خام،
هئڻ حرام، عشق وارن جو آهي، آهي.

خيال جا خيما خاڪ ۾ ڪوڙي، پاڻ ڏِٺائون پنهنجو پتوڙي،
تہ ڪِينَ منجهان هي ڪِمَامَ، ناهڻ واري ڇڏيو ناهي، ناهي.

پاڻ ۾ پيهي جن پاڻ سُڃاتو، پيچ پِرت جو پرين سين پاتو،
رهيا محبت منجهہ مُدام، ميارون مڙوئي لوڪ جون لاهي، لاهي.

مرد مَتي ٿيا ميٽي مَن ڪي، ڏيئي تنگيون ڏاڍا تَسيا تَن ڪي،
طمع ڇڏي ٿيا طالب تمام، تون چا، تون چامِ تِن جو چاهي، چاهي.

ايوب' عُشاقن عشق اُجاريو، دشمن دل جو مُنڪر ماريو،'
اصل اُمارو نفس جنهن جو نام، تڙيئون تنهن کي قلب ۾ ڪاهي، ڪاهي.







## ڪافي

ٿلهہ:

ذات خود صفات ۾ رکي، پنهنجو حُسن پَسايو،
رمز روح جي رکي، رنگ عشق هي رچايو.

ڏسو شوق شاهہ شهانو، ٿيو نور حق نهانو،
بَشر ڪري بهانو، آدم سڏائي آيو.

لامڪان ڪان لَهي پيو، قلب بيت ۾ رهي پيو،
سِر سُجود ۾ صحي، مَلڪن ئي سِر نمايو.

جڏهن جل جلاله ڪي جَڳِي، اها آگ عشق جي لڳي،
اُتي اَوٺ 'الف' جي پڳي، اَچي 'ميم' مچ مچايو.

ايوب' چاڻ چاڻج، پنهنجو نہ پاڻ آڻج،'
صاحب سچو سُڃاڻج، صورت انهيءَ ۾ سمايو.



## ڪافي

ٿلهہ:

پوش خاڪي پائي انسان بنجي آيو.
رحمت العلمين رحمان بنجي آيو.

مالڪ مديني تخت جو بالا بيان بخت جو،
صاحب سخا ۾ سلطنت جو سلطان بنجي آيو.

ذات مان ظهور ٿي، مُحَمد مِنو مشهور ٿي،
نورن اعليٰ نور ٿي، نِشان بنجي آيو.

حق حقيقي هُل هُلائي، رنگ عشق جو رِلائي،
مَامَ ميم جي مِلائي، مهربان بنجي آيو.

آدم کي اوٽَ ٿاهي، 'ايوب' عبد چَائي،
احمد امين سڏائي، احسان بنجي آيو.







## ڪافي

ٿلهہ:

ڪريان بلوچن جي بَاتَ وي ميان،
ڏاڍي زورَاوَر ذات جَتَنَ جي.

پاڻ ٻَلاَئي پنهنجو آيا، راز ڏَسيَائُون رهڻ رايَا،
رَمز رِتِي منجهہ رات وي ميان، ڏنائون ڏَمَرَ جي ڏات ڏُکن جي.

ٻُليس ٻيئر ٻَانيُمَ ٻاتي، مَامَ تنين جي مون نہ سُڃَاتِي،
سورن جي ڏيئي ويا سڪرات وي ميان، قَنَيل دل کي فِڪَرَات انهن جي.

ڪيئن ويهان مان تِنَ کي وساري، ٻُيُسَ تِنَ جي ٻِرَتَ ٻيناري،
ڪوجهي ڪميڻي ذات وي ميان، هُيَسَ نہ آئون هَمَذات اُنهن جي.

ايوب' اندر ۾ آس ملڻ جي، هر دم هوتن ڏي حُبَ هَلڻ جي،'
تَنَ ۾ تِنيِن جي تات وي ميان، وائي وساري نہ وَاتَ پرين جي.



## ڪافي

ٿلهہ:

رکي يار ياري آهي ڇو وِساري،
ساري عُمر ساري، ويٺي هيءَ ويچاري.

ڪرو وَڙَ ويچاري، ننگي ننگ نهاري،
وَرج واڳ واري، وري وصل واري.

هُيَس آءٌ جَا هيٺي، ڪوجهي ۽ ڪميٺي،
ڏيئي ٻانهن ٻيٺي، اچي تو اُجاري.

نَہ ڄاڻان تَہ ڪيهي، هَٿان منهنجي پيئي،
اگلي اڳي ئي، نِسَب ۾ نياري.

ايوب' اٺجهل، پون پُور پَل، پَل،'
جيءَ منجهہ جَل جَل، رهي جام جاري.

## ڪافي

ٿلهہ:

ڪير ڪري اڄ ڪير،
پريم توريءَ منهنجي پوئواري.

هاءِ اڪيلي جندڙي جاني، هجر فراق ۾ ٿيئڙي فاني،
دردن دلڙي ڪئي ديواني، دم نہ ڪپي هڪ دير،
دوست مٺا ڏي دلداري.

ڏور رهڻ جا گهوريا ڏينهڙا، محبت جا هي وَڻڙا مينهڙا،
نوان لڳايون موٽي نِينهَڙا، وچان وڃي سڀ وير،
سوال سُڻي ڪر سرداري.

مَهل مِلڻ جي موٽي آئي، وات ۾ هَر، هَر تنهنجي وائي،
جڳپال جياپا جلدي جائي، پرين پري اڄ پيرَ،
صَدق وڃان صَدباري.

اڱڻ 'ايوب' جي آءُ پيارا، عيبن جا ڍَڪ يار اُجارا،
دل جا دفتر دردن وارا، خبرون مِڙوئي خير،
اڳيان تو اظهاري.







## ڪافي

ٿلهہ:

عجب آهي آيو، هي انسان بنجي،
ڪرڻ خاص خدمت لاءِ خواهان بنجي.

اِشارو اَلستي آواز اونائي،
اُتي ٿيو انهي وقت ايمان بنجي.

ڪري قول قَالُو بَلٰيٰ جو قديمي،
قبولي قرب ساڻ قربان بنجي.

اشرف المخلوق الله سڏيو،
آدم اُتم ٿيو ايڏو شان بنجي.

ايوب' عبرت جي اک کول اصلي،'
اصل کي نہ وسارج ارمان بنجي.



# ڪافي

ٿلهه:

تنهنجي ماڻن جا مَذَڪُور سوين، جي دل کي وڻيا دَستُورَ سوين،
مون پڻ ڪيا منظور سوين.

جَلوي ۾ جِنسار سان، ٿُون هي ٿُون واري تَنوَار سان،
پريمي پيار سان، محبوبي مَيَار سان،
موهي ڪيا تو مجبور سوين.

لائق لکين لآلَ ٿيا، پلايون ۾ پال ٿيا،
سِڪندي سوين سال ٿيا، ڪوڙين هي ڪمال ڪيا،
تنهنجي شان شڪور سوين.

سُونهَان ٿيو سُجَاڻِيو، موجُون مون مَنجَهه ماڻيو
جاڻ سَپيئي جاڻيو توڏي اچن تَاڻِيو
هيءَ وجودي وَهَلُورَ سوين.

الف’ ۾ اظهار تون، ‘ي’ جو ياقي يار تون،‘
و’ ڏي واڳون وَارَ تون، ‘ب’ جو بانيڪار تون،‘
آهن غَرَضُون تو ۾ غفور سوين.







# ڪافي

ٿلهه:

پَلين عشق احمد جو آيو پلارو،
اهڙو ٻيو نہ آهي آدم لَئي اُجَارو.

نڪو نُونَ ڪُنَ ڪي، هو نُقَطو نِشَامبَرَ،
نہ سج، چنڊ ثابت، نہ ڪو هو تاب تارو.

ٻُڌايو تہ ٻيو ڪير، اُنَ ڪان اڳي هو،
مَتو مُلڪ معنيٰ، جو مَخَفِي اِشارو.

نہ آدم، نہ حوا، نَڪِي هُئا ملائڪ،
نہ ظاهر ظَهُورو، ڪو ذاتي نِظارو.

خدا خود اڪيلو اصل هو عَدم ۾،
اُتي عشق اَڻجهَل، ٿيو پَلٽِي پَسارو.

ڪُليو ڪُلَف وحدت جو جنهن وقت جازب،
جُڙِيو جَلد جُمَلي، جَڳَتَ جوڙ سَارو.

عجب عشق ‘ايوب’ انور جو اَظَهَر،
لڳو پاڪ پَرَوَر کي، پهرين هو پيارو.



# ڪافي

ٿلهہ:

ڪول خزانو خيال جو خالق،
ٻوليندڙ ٿي ٻوليان مان.

مَن تان مُونجهہ مَهر سان لائين،
فڪر ذڪر کي ڦوليان مان.

واٽ وَنگي جي وَرن وَڪڙ مان،
ڳولهيندڙ ٿي ڳولهيان مان.

بحر عميق جو بادل بنجي،
رَنج رُڪاوٽ روليان مان.

ٻُوند بِرهہ جي بَرسَر بَرسي،
چاٽ چَنَن ۾ چوليان مان.

اِسم ’ايوب‘ سڏائي آيس،
عام ۾ تنهن کي اوليان مان.



## ڪافي

ٿلهہ:

مالڪ مولي هر جاءِ حاضر،
واحد ڪُل تي قادر آ.

سوئي اُپائي، سوئي نِپائي، سوئي صاحب شاتر آ،
سوئي سمجهي، سوئي پُرجهي، سوئي باطن ظاهر آ.

صُمٌ بُکمٌ عُميٌ سيني، وڏو وسيلو واهر آ،
لنگڙن، ٻوڙن، انڌن، منڊن جو اَول آخر آڌر آ.

ڄاڻ سيئي سو ٿو ڄاڻي، معني ملڪ جو ماهر آ،
وَنَحنُ اَقرَب ويجهو سڀ کان، جو نہ مڃي سو ڪافر آ.

ايوب' عبد سڏائي آيو، ثابت ساجد صابر آ،'
تون هي تون جي تند تنواري، شوق انهي منجهہ شاڪر آ.







## ڪافي

ٿلهہ:

جو دم جالڻ جانب رِيءَ،
سو دم سهٽا ناهي سود.

نينهن نغارو نوبت وارو،
وَهَہ واهہ وڄائج منجهہ وجود.

صحي سُريلو ساڻ ڪٽج تون،
سِڪ جو سُرندو ساز سُرود.

گهوري سِر هَل گهورو ٿي،
هُئڻ ڇڏي سڀ جسمي جود.

وَنَحنُ اَقَرب ويجهو سڀ کان،
آهي مالڪ سو معبود.

ايوب' اصل کان عبد سڏائي،'
سچي دل سان ڪر سُجود.



## ڪافي

ٽلھ:

اڄ پڻ ياد آيم، سي شل روز رهن،
دل تان دلبر جاني، لاهيان تان نہ لَهن.

ڳُجهيون ڳالهيون سندن چِتَ تي روز چَڙهن،
ڪيئن وِساريان قلبئون پاڻ ڪيون جي پِريَن،
ڀال ڀلايون ڀانيم ڳَئوڙين ٽا سي وَڙَ ڪن.

واعدا وَصل جا واري سَڄڻ ڳَيا سَوَ ساري،
ٻَر ۾ ٻيئي ٻلٻل ٻَروَس دلڙي ٻاري،
پيچ پريت جا پايم مَن موهيو محبوبن.

جڙ جيئري جا جاني لائي ويا لاثاني،
حُسن ڀَسي ٽيو هر هر هينئڙو هتي حيراني،
لونءَ، لونءَ ۾ لئون لايم سڪ سَرسي تِن سڄن.

بِرهہ جاڳايو ٻاري جوش جِگر ۾ جاري،
مگر مڇي پيو مَن ۾ گهڙي نہ پوي هڪ گهارِي،
چُمي چشمن تي چايم دارون سمجهي دردن.

اُڪنڊ ’ايوب‘ کي آهي آس اميد نہ لاهي،
ڏُک سُکن کان سهڻا، سِر تي کَنيم سانباهي،
ڳالھ ڳُڻن جي ڳايم ٻيون سيئي ڏيئي ٻَن.







## ڪافي

ٽلھ:

ياد پوي ٿي ياري يار،
مور نہ وسري مان ڪِيئن مَٽِيان.

پيرين پيادي پنڌ اَڙانگو، ساڻ تنهنجو آهيم سانگو،
هوت قبولي هاري هار، ڪيچان اوري آءُ نہ ڪَٽِيان.

ڀَرچ پيارا پنهل پاڳارا، ڏوريم تولاءِ ڏونگر سارا،
توبھ، توبھ زاري زار، پئي ڪشالا پنڌ نہ پٽِيَان.

حال محرم هت ناهي ٻيو، ارمان وڏي اِيءَ آهي پيو،
بَرسَر آيو باري بار، سانگ سُکن جا سيئي سَٽِيَان.

اگڻ ’ايوب‘ جي آءُ تون عجيبا، حال سُڻايان سارو حبيبا،
واڳ وصالي واري وار، نينهن لڳو اٿم سو ڪيئن ٽَٽِيَان.



## ڪافي

ٽلھ:

آيس اَڙائي دِلڙي اَڙانگي،
وِيم وَسَئُون واريو سا نَہ وري ٿي.

گڏجي گذاريم ڏينهن گهڻا، هاڻي تہ ساريو ٿي هنئڙا هڻان،
قسمت واري کهڙي سانگ، پرديس پرينءَ ويئڙا پري ٿي.

جيءَ منجهہ جايون جِن لاءِ جوڙايم، پَل، پَل فالون تِن لاءِ پايم،
ڪونہ وري ڪو آيم ڪانگ، مُونجهن ماري دل مفت مري ٿي.

ايوب' عجيبن عام سڄي ۾، گولِي سڏيس گام سڄي ۾،'
ٿَن ۾ تنين جي ڏاڍي تانگھ، ساعت هڪڙي ڪانہ سَري ٿي.







## ڪافي

ٽلھ:

آگ اَندر جي ڪيئن اُجهايان،
سَرجِي ساھ پَساھ ۾ آهي.

لال لِڱن مان لاٽون نِڪرن،
اُڪَندڊ وڏي ارواح ۾ آهي.

خيال جو ڪَامِي ڪُورو ڪليو،
رنگ ربوبي راھ ۾ آهي.

جِسم اِسم جو اولو بنيو،
بي وس بِرھ جي باھ ۾ آهي.

عشق اَزل جي اُلَنيَا لايا،
چوڏس چمڪيو چاھ ۾ آهي.

ايوب' اول آخر تائين،'
آس اُميد الله ۾ آهي.



# ڪافي

ٿلهہ:

درد بنا پيو دَم نہ ڪوئي،
مُورک جاڻي موڳو مُورَ.

اُبتڙ اطاعت عبدي ڪان جي،
طرفئون ٽڙبا پهرين پُور.

حِرصئون هَنيلا هَر هَر هِرڪَن،
غَافل رَهيا مَنجهہ غُرور.

پَرڏَر ٻڌيو پاڻ پَڏَائين،
مَوج مَزي مَنجهہ مغرور.

مرد مُدامي مُرڪن سيئي،
سانيڻ سِڪيا جي هي سُور.

ايوب' عاشق آهن جيڪي،'
حاصل ٿيئڙو تِن حضُور.







# ڪافي

ٿلهہ:

ياد پوي ٿي يار هردم سڄڻ جي ياري،
ڪيئن وساريان ويهي نازڪ ننڍپڻ واري.

جنهن ڏينهن لاڪون، جاني رنگت لڳي روحاني،
وَارَئُون وَارَ وِجان، قرب مٿان قرباني،
آيو اَلَستَ بِرَبِڪُم، بَرسَرَ باري.

جنهن ڏينهن لاڪون تَنَ کي، محبت ماريو مَنَ کي،
قيد ڪيو اُن قابو حال هميشہ هُنَ کي،
قَالُو بَلىٰ قول ڪيم، سَري صداقت ساري.

ناتو نِيهي لاتم، پيوند پورو پاتُم،
وِسرڻ ڪان آهي وڏو، ڄَاڻ نہ هيءُ ڄَاتُم،
جنم ڪان جَفَل قلم جيئن، نہ اچي ٽيو جاري.

قيد الماءُ قيد ڪري، آندو منجهہ آري،
سڪڻ سچائي سوا، ساعت ڪين سَري،
فَاَاذڪُرونِي فَهُمَ، نينهن ڪيو نِروَاري.

ايوب' اول، روز اَزَلَ، عشق اَجَل، آهي اَجهَل،'
جَلَ، جَلَ جيءَ ۾، پل پل حال مچائي هَلَ چَلَ،
جِسَم بِسَم گم دَم دَم دل ۾ رهي دلداري.



# ڪوهياري



## ڪافي

ٿلهہ:

ٻالهہ ڳُڻَنَ جي ٻولهيان ٿورا اَنيڪَ ٿِيئَڙَا،
پِيچ پِرِيت جا پِيوَند پَرَوَس آهن پيئَڙَا.

ڇَاڳ چنيسر توسان هُيَم هزارين هَر هَر،
هَار ڪَيُسَ هِت هَلڪِي جوش جَلايم جِيئَڙَا.

ڳَونئَرُو ڳَامَڙ مُنهنجي، سُونهي ڪِينَ سِر تي،
ٻَانءِ هُيَسَ پُونءِ مَٿي ناز سَپِئي جنهن نِيئَڙَا.

ايوبؔ اَصُل ڪَان آيو تَڪَبُرَ تَڙَجِي توڙَان،
حُجَتُون هُنَر سَپ اڳيان وَسَئُون ويچاريءَ ويئَڙَا.



## ڪافي

ٿلهہ:

پينگھي منجھہ پيم وو،
ٻنڌڻ ٻاروچل جا.

سُتي تہ مِليم سُور جي الوميان،
وِسري سَا نَہ ويم وو.

لولي ماءُ لبن سان الوميان،
ڏکن جي تہ ڏنم وو.

ڪُوڪُون لڪ ڪافن ۾ الوميان،
ڪيچين لاءِ ڪيم وو.

حقيقت هِن حال جي الوميان،
هوتن کي تہ هُيم وو.

ننڍپڻ واري ناتي الوميان،
نازڪ نينهن نِيَم وو.

ايوب' عجيبن جا الوميان،'
ساٿي سُورَ ٿيم وو.



## ڪافي

ٿلهہ:

وَيئڙا وري سي ڪِيئَن وَرن،
وطن سَنيالي جي وارو ٿيئڙا.

ٻول ٽِنين جي ٻُڏڻ سان ٻَري،
ٻارڻ ٻيٽا ٻريو ٻَرن.

آسڻ اُن جا پَسيو پري ڪان،
عِبرت واريون اکڙيُون ٿَرن.

جيئڻ وِساري جن مرڻ کي ماريو،
موت جا ماريا سي نہ مَرن.

ايوب’ انهن جو آسرو آهي،‘
پاڙي ٽِن جي لاک پرن.







## ڪافي

ٿلهہ:

پاٽئون ڏاڍن ساڻ پيو،
پاند اڙانگو آڙَ جي منهنجو.

وَس نہ هلي ٿو واڪا ڪريان،
ڏَاهيون هاٽي ڏَس ڏيو.

هُين حقيقت حال منهنجي جي،
ڳَهَل نہ ٽِن ڪو ٿيو.

جَالَ جبل ۾ جَالڻ جيئري،
جيئڙو جتن ريۦَ مُئو نہ جِيو.

اُجڙي ‘ايوب’ آهي حياتي،
وَس ڪان ٻي وَس حال ٿيو.



## ڪافي

ٿلهہ:

واري گندم وَرَاڻ،
پريم پَاڻ، ٻاروچو ٻنيور ۾.

ڏُک تہ ڏُکيءَ مون ڪيئي ڏٺڙا،
سرتيون سهٽي ساجن ڳاڻ.

سِر تي سَتم لَڳن جا لوڏا،
هڪڙي ڪوهيارل ڳاڻ.

سور سُڄَن جا سفر ۾ سرتيون،
ساٿي ٿيئڙم آهن ساڻ.

ايوب’ اول آخر جو،‘
حامي گُهرجي ٿو هاڻ.







## ڪافي

ٿلهہ:

آرياڻي اڳواڻ حامي هاڻ،
هَڪل سُٽِي، ٿِي هيٽن جو.

ڪامل ڪيچي ڪر تون وَارِي،
واپس وِير وراڻ.

ٿَرن ٻَرن ۾ ٿي ٿَڪِيءَ جو،
پريم واهرو پاڻ.

وِيرن وڪوڙي آهيان،
اوکيءَ ۾ او اڻ چاڻ.

ايوب’ عاجز سان ڪر تون،‘
رِڻ ۾ رُوح رهاڻ.



## ڪافي

ٽلهه:

رَمز پِرين جي رِيجَهڻ وارِي،
آءٌ ڇَا ڄَاڻان ڄَڻياڻِي.

حيف هُجن مُون هاري ويٺيس،
ڪٺيل بازي ڪٺياڻي.

نسب نسل ۾ ناهيان لائق،
جيس جُتيءَ جو جٺياڻي.

نفس اُماري ڪيس نمائي،
ڪافر ڪاري ڪٺياڻي.

وَڙَئُون 'ايوب' وِيس هاڻي،
پِنڻ ڪريان ٿي پَٺياڻي.







## ڪافي

ٽلهه:

لائي ويو ٿم لائي اديون،
لَنئون تَہ ٻاروچل يار ٻولائي.

ڪيچ ويڻ لئي ڪي وس ڪَنديَس،
روهہ رُلي منجهہ رائي اديون.

سُک تہ ڦِٽايو سرتيون منهنجو
طلب پنهل جي تائي اديون.

حال حقيقت هيءَ سڀ چونديس،
پاند ٻَڇيءَ ٻَل پائي اديون.

آرام 'ايوب' اڪڙيون ڪنديون،
اڳڻ عجيبن آئي اديون.



## ڪافي

ٿلهه:

ڳاهَه تَه پُهچين ڪيچ ڪي،
پيڙي مُنيُون ڀَج وو ڀَج.

ڀَڄَڻ ڀنيوران ڀَڙڪو ڏيئي،
لوڳان کهڙي لَڄ وو لَڄ.

وِڇَ وَرَڻ جي وَارَ مَ وائي،
وَڄ وَڄ وَڄندو وَڄ وو وَڄ.

رِڙهه ته رُڃَن ۾ ٿيندئي ناتو سولو،
روهَه رَچندو رَڄ وو رَڄ.

اُپَڙ اَوير نَه ڪر تون اَلو اَلو،
ايوب' اَڄ جو اَڄَ وو اَڄ.'







## ڪافي

ٿلهه:

پَرَک نَه پيِم سَا، آيل ماءُ،
سُمهڻ مَنجهَان ڪي سُور وَڌَن ٿا.

سُک ٿي سُتيُس سيج پلنگ تي،
ويئڙو هوت هٿا، آيل ماءُ.

جَڳ سجي ۾ ٿِيُس جُنَيَاري،
پيئي لوڪ لَکَا، آيل ماءُ.

نِڌَر چڏي ويا نِنبُ مَنجهه پيئي،
ڳل نَه لَڏائون ڳا، آيل ماءُ.

نِنبُ نياڳي نيٽن واري،
پُورِيَا دَر دل ڄَا، آيل ماءُ.

اڳ پوءِ 'ايوب' عجيبن ڪي،
ڳهَل پوي مَنَ ڳا، آيل ماءُ.



## ڪافي

ٿلهہ:

جَاڳ سُجَاڳ تي جَاڳ،
سيج سُمهڻ لاءِ اڳتي اَٿئي.

هِيءَ تہ هُتَڙَ آهي هَلَ چَلَ وارو،
مانجهاندي جو مَاڳ.

سيج پلنگ تي سُک تي سمهي،
پورا پَانءِ مَ پَاڳ.

ننڊ نهوڙي نِپَٽِي نِيندَئِي،
نَفَسي آهي نِسورو نِپَاڳ.

اُجَار 'ايوب' اوجاڳو ڏيئي،
ثابت رَهہُ سنگ سُهَاڳ.







# شام ڪلياڻ/ ڪلياڻ



# ڪافي

ٿلهہ:

بِرَهہ ييچون بَالاَ جو
بَرابَر بَار آهي بَاري.

هُجَن هُوءَ حال حاضر جي،
ڪٽن بَرسِر بهادر سي،
ڳُل ڳم ڳار قادر تي رکن،
يَڪتار تِي يَاري.

لاڳاپا لوڪ جا لاَهي،
اَڏِيءَ تي جي آيا ڳاهي.
چڙهيا سي چوٽ تي چاهي،
هُيَن سُورِيءَ تي هَنسوَارِي.

نظاري ناز نيهِي جو
ڪري واپار ويهِي جو
ڏيسَاوَر ڏور ڏيهي جو
ڏِسي ديدار درٻاري.

عجب 'ايوب' سِر آيو
رکي رُوپي رنگي رايو
سبق صورت جو سمجهايو
اصل اِسرار انواري.



## ڪافي

ٿلهہ:

دَلَق درويش جو پائي،
دِلي دلدار آهي اڄ آيو.

يَڳو پولو دوئِيءَ وارو، يَڪَايَڪَ رنگ يَڪي يارو،
ڏِسي پلين ڏيهہ پيو سَارو، فقيري پوش جنهن پَايو.

ڏولائي جا ويا ڏِينهڙا، وصل جا اڄ وُٺَا مِينهڙا،
نوان نَاتَا لَڳِم نِينهڙا، تَجَلي تَابَ تَنَ تَايو.

صفت ۾ سَا صورت ساڳِي، ڏِٺُمَ جَلَوو جاڳِي،
برابر بيک بيراڳِي، گهٽن کي گهوٽ تنهن گهَايو.

اڱڻ ’ايوب‘ جي اڪمل، اچي اظهار ٿيو اَڄَ جَهلَ،
لڳو جهولو ويئي جَهل پَلَ، عجائب عشق رنگ لايو.







## ڪافي

ٿلهہ:

اَلِف اَول اُتَمَ اَعَلَيٰ،
اِسَم الله جو آيو.

آهي ازخود احد اڪبر، اڪيلو او عَجَبَ اَطَهَر،
اول آخر اَجهو آڏر، اِنَسِ وَالجِنِ دل لايو.

مُدَامِي ملڪ جو مالڪ، خدا خلقت سندو خالق،
نَہ سَمجهو پيو صحي سالڪ، پَسِي ڪو پَارَ ۾ پَايو.

سچي صادق صدق واري، صفَتَ سچڻ سَارِي،
سراسر سَا سُچي بَاري، ثَنَا سهٽي سپيئي ڳايو.

عقل ’ايوب‘ جو اوري پُڄِي، نَاهَڪ سندس ٿوري،
ڏينهان راتيان وينو ڏوري، ڪري تعريف ڪنڌ نَايو.



# ڪافي

ٿلهہ:

ٿي راضي ميان عمر ڏي موڪل،
ڏِسان ڏيھہ پنھنجو آءٌ وڃي شل.

عمر اباڻي پار جي ڪالھہ خبر ڏِني ڪانگل،
ٿي راضي ميان عمر ڏي موڪل.

مارو منھنجا ملير ۾، سرھا رھن سانول،
ٿي راضي ميان عمر ڏي موڪل.

مون جيڏيون جيءَ ۾، پون ٿيون ياد پل پل،
ٿي راضي ميان عمر ڏي موڪل.

سُڻ فرياد 'ايوب' چوي، سياڻو ٿي تون سوڍل،
ٿي راضي ميان عمر ڏي موڪل.



## ڪافي

ٿلهہ:

عمر اباڻا ايندم شال،
جن سانگين کي ويٺي ساريان آلا.

آءُ تہ بندياڻي بند خانن ۾،
قسمت قيد الماءِ سندي قيدن ۾،
ڏينهن گھنگھر ويٺي گھاريان آلا.

بيوس بندياڻي بندگير ٿيس،
قيد ڪوٺن ۾ تقدير ڪيس،
رويو روز هنجون ويٺي هاريان آلا.

عمر! انهن جو آهيم اوسيئڙو،
جِن ڪاج ـ ڪُنبيون، مَرڪ مَرِيڙو.
ورق تنين تان ڪين واريان آلا.

ايوب' چوي اُميدون اٿم،'
قيد قضا جا نيٺ ماف ٿيندم،
شل گڏجي تِنين سان گذاريان آلا.







## ڪافي

ٿلهہ:

رک رَڳن ۾ راڳ اهو ئي
دنيا دم گُذر جو ماڳ اهو ئي

آڏيو اڏاوت ڪرين اوطارا،
جوڙ نہ رهندئي جڳ اهو ئي.

پَرڏَر بنيو ڪرين پَسار،
لوپ نہ رهندئي لاڳ اهو ئي.

سمنڊ چڙهيو سواري ڪرين،
پلو نہ رهندئي پاڳ اهو ئي.

ايوب' ايندئي موت مٿي تي،'
واري هلندئي واڳ اهو ئي.



## ڪافي

ٿلهه:

دل دام تنهنجي ۾ دلبر پيئي ڙي،
وَس مُنهنجي کان تڏهين آهي ويئي ڙي،

اکڙيون اڙايون اچي يار توسان،
نينهن لائي ٿيون نِروار توسان،
هاڻ سُک سُمهن کين سيئي ڙي،

درد اندر ۾ کيا آهن ديرا،
روز پُڇان پرين تُنهنجا پيرا،
رمز تنهنجي ۾ دل ريهي ڙي،

هينئڙي هردم آهي تُنهنجي اَون،
قاصد ڪميڻي وٺان خبر آئي ڪونه،
نينهن نياپو ڏي نيئي ڙي،

ايوب’ اندر ۾ آگ ٻري ٿي،‘
سهڻل توريءَ منهنجي نه سَري ٿي،
ڏاج ڏُکن وٺين ڏيئي ڙي،







## ڪافي

ٿلهه:

مُحب مَچڙو مَن ۾ بِرهه باهه ٻري،
توريءَ منهنجي تان نه سهڻا سَري،

شل سُهڻل کي سُوکڙي،
مون ڏي سوغات ڪري،

مُنهنجِي محبوب توسان،
شل پُوري پرِيت پري،

درشن پَسي دلدار جو،
ٿو منهنجو منڙو ٺَري،

اڱڻ ‘ايوب’ جي عجيبا،
پيارل اچو پيرَ پري،



## ڪافي

تلهه:

وَڃ نـَ مِٺِيءَ ڪي ماري راڻل،
واڳ وِلهي ڏي وري اَچ واري راڻل.

ڳرهو ڪاهي اَچ ڳاڪ وَسائج،
پِرتُئون پير پري اچي پاڻ پَسائج،
ساهه مُنهنجو توکي ساري راڻل.

ڪاڪ ڪُوماڻي آهي تنهنجي خاطر،
آءُ جا نِماڻي چايان ٿُنهنجي ناتر،
هُنر ويٺيس سڀ هاري راڻل.

اُپيو ڏيان اکين کي اوجاڳا،
راتيون وِهايو ڪريان سوجهاڪا،
هاڻ ٿڪيس نِڪٿ نِهاري راڻل.

ايوب' عاجز آهي اوهان جو سدائين،'
مهر ڪري اچي آگ اُجهائين،
باهه بِرهه جي وَئين ٻاري راڻل.







## ڪافي

تلهه:

آءُ تون ڄام پُنهل اوري ميان،
هيءُ سِر گهور ڪريان گهوري ميان.

پرديسي پرين توکي تان نـ ڄاتم.
تَڏهين پيچ پُنهل توسان پَاتم،
لائي لَنئون تـ ڳيئي لوري ميان.

جَت تـ زوراور ذات هُئا،
مُنهنجو پُنهل وٺي پِرڀات ويا،
ڇا ڪَئون ڇَهڪ اندر ويا ڇوري مِيان.

سارو وندر سڄڻ تولئہ ووڙيم يار،
ٿَرن ٻَرن ۾ توکي ڳولهيم يار،
ٿَڪيس هي ڏُونگر ڏوري ميان.

فضل 'ايوب' تي ڪندين فاضل پاڻ،
مِلي محب مٺا ڪندين رُوح رهاڻ،
هاڻي دم نـ تڳڻ آهي توري ميان.



## ڪافي

ٿلهه:

پُرجهي ڀَائِج پرين پير،
وحدت ڪثرت وِچ ۾.

اچڻ اُمالڪ اُلڪا لاهي،
دم نه ڪپي هڪ دير.

عاشق ٿي سِڪ اُلٽي بازي،
صورت جو ڪر سير.

ويڙهه وجود ۾ وَنَحنُ وائي،
ويري نه گُهرجي وير.

آهي عين ‘ايوب’ مِڙوئي،
غين نه جنهن ۾ غير.







## ڪافي

ٿلهه:

آهي اڙانگو آر،
اُلٽو عشق ڪمائڻ وارو.

بي رنگ باب بِرهه جو بالم،
باري برابر بار،
اُلٽو عشق ڪمائڻ وارو.

ناٺ نِمائي نِسنگ نشانا،
نينهن ڪري نِروار،
اُلٽو عشق ڪمائڻ وارو.

سُورهيه سِر تي سَهن سدائين،
محبت جي مارو مار،
اُلٽو عشق ڪمائڻ وارو.

آءُ اُناءِ پير مَ پوئتي پاءِ،
ايوب’ تي اظهار‘
اُلٽو عشق ڪمائڻ وارو.



## ڪافي

ٿلهہ:

صورت جي سردار،
قيد ڪيئي دل قُرب وڌي پيو.

ڪوٽي ڪُٺيون ڪامل ڪيئي،
سَرس ڪري سينگار.

نِت، نِت نازڪ نوان هزارين،
ناز ڪري نِروار.

گهايل ڪي اڄ گهيري وِيڙا،
دم دم درد هزار.

جادو جيءَ ڪي جيئن لڳو ڏس،
حُسن پَسي هڪ وار.

ايوب' آهي اَوج انهي ۾،'
ٿيئڙو قلب قرار.







## ڪافي

ٿلهہ:

بِرهہ ڪيون بي حال،
دِليون درد وندن جون.

جلوي جادوگر ٽي جوڙي،
جَڙيون حُسن جمال.

وير ويراڳ جي اندر وڙيون،
موٽڻ ٽين محال.

ريهہ بنا رمز انهي ۾،
گڙيون قُرب ڪمال.

آهي 'ايوب' عجيب اُنهن جو
خاص خماري خيال.



## ڪافي

ٿلهہ:

اڱڻ پرين سي تہ ايندم شال،
ڏُور وڃي جن ڏينهن لايا.

ساريو سڄڻن کي ساريان ٿي، رويو روز هنجُون هاريان ٿي،
ڪٽيو نيڻ نماڻا نِهاريان ٿي، ڪڏهن نال وٺي سي نيندم شال.

سَوَ سوال سڄڻ جيڪي مون ڪيم، درد منجهان ٿي دانهون ڪيم،
دل ۾ ايئن ٿي يار چيم، صَاپ سپيئي پَئندم شال.

عاصي 'ايوب' سڄڻ آهي سدا، يار بنا سو فراقي فِدا،
ڄاڻي هڪڙو خاوند رب خُدا، مانَ ميلو مُحبن سان ٿيندم شال.







## ڪافي

ٿلهہ:

ٿُنهنجي نِينهن نِهوڙيَس نيڻن نار،
ٿَانگهہ تنهنجي آهي تَن ۾ تارو تار.

ماٺ مُون کي ناهي مُوران،
روز روئان زارو زار.

سِڪ ٿُنهنجي سُور مچايو،
آهي دِل ۾ وو دلدار.

عشق سوين انگُور ڪڍيا،
بِرهہ ٿِيو آهي باغ بَهار.

عاصي 'ايوب' ارمان اهو رهيو،
مُحب رهيو نہ ساڳيو منٺار.



# ڪافي

ٹلهہ:

ماريں توڙي جِياريں، تہ بہ آهين تُون،
مرحم مرض مُنهنجي جو سڀ آهين تُون.

رِلمل هر ڪنهن رنگ ۾، رحمي قهري راز تُنهنجو،
خوش غمين ۾، ناراض خوشيءَ ۾، ناز تُنهنجو،
برباد ڪرين، آباد ڪرين، دِل شاد ڪرين، جي ياد ڪرين.
تارين توڙي ٽَوارين، تہ بہ آهين تُون.

تُنهنجي حِڪمت تُون تو ڄاڻين، توڪي ئي جُڳائي ٿي،
مُور مجالت ٻي جي ناهي، اوپڙ ڪوبہ اَڳائي جي،
بادل وَسائين، وَسِئو اُڪائين، ساوا جَلائين، سُڪا بچائين.
ڏارين توڙي ڏِڪارين، تہ بہ آهين تُون.

سَرندي تُنهنجي سڀڪا سُهڻا، مُنهنجي ڪيئن سَرندي،
حاضر آهيان، راضي رهجان، دِلڙي ايئن نَرندي،
پڪڙي پيهي وٺ مون ويهي، سُتيون سيپيئي هٿ ۾ ڏيئي،
هارين توڙي پيارين، تہ بہ آهين تُون.

هر ڪنهن ويلي حُڪم اوهان جو، حاضر حاضر مان،
جِسم اِسم ۾ جَڪڙيل آهيان، حاضر ناظر مان،
جذبہ علي' ٿي، زَبر علي ٿي، صيف علي ٿي، صبر علي ٿي،'
سارين توڙي وِسارين، تہ بہ آهين تُون.



## ڪافي

ٿلهہ:

مِليم مُبارڪ، ڏِيان مُبارڪ، هُجي مُبارڪ،
هُوندي مُبارڪ، سيد مِليو سردار.

ذات صِفت ۾ ظاهر سُهڻو
مالڪ آهي خود مختيار.

سيد سوپارو آيو آهي،
سيني لاءِ ٿي سُڪار.

جِن اِنس جُون جوڙون جوڙي،
ڏِسڻ آيو آهي ڏاتار.

جذبہ عليؒ جو مُنهنجي جيءَ مان،
اچي ٿِيو آهي اِظهار.







## ڪافي

ٿلهہ:

ويو وِڇوڙو وَرهَن جو پِيم موج مَچي،
پڌرو ٿِئو پرين جو آهي عشق اَچي.

دِلڙي هُئي درد پَري، جيئري ٿي مَري وَري،
خبر سُڻايان ڪَري، پڌرا پار پچي.

جيئري جِن لئي مُيس، اَزلئون اُن جي هُيس،
ساري جڳ ۾ سَليس، صالح دِلڙي سچي.

رنج رُڪاوٽ رولا، ٻَجي ويا سڀ ٻولا،
چِٽا مَٿايم چولا، رازن وارا رَچي.

اَول علي ٿي اڳ ۾، وحدت واري وڳ ۾،
جذبہ ٿي هِن جَڳ ۾، آيس نينهن نَچي.



## ڪافي

ٿلهہ:

آءُ مِلاءِ اچ ها ۾ ها ٿُون،
مام اِمام جي نام سُڄاڻ.

ٻَن ٻِيائي ڏيئي ٻاري، ڏِسڻ پَسڻ جا ڏيهہ وِساري،
ڏِيان حقيقي حَ جو ڏاري، اُن ۾ پنهنجو پاڻ نہ آڻ.

شيعا سُني، شامين شومين، عربي عجمي، چيني رومين،
صوفي ڪوفي سحر نجومين، تَرڪ ڪري اچ تاٽو تاڻ.

عالم فاضل، ڪاتب قاضي، عامل، ڪامل، گوهر غازي،
پير مُريد، فيض فياضي، سمجهہ صحي ڪر، سِر سُڄاڻ.

هوش ڇڏي، مدهوش ۾ آءُ ٿُون، گُم ٿي گُم ٿي، گوش ۾ آءُ ٿُون،
جذبہ عليؒ ٿي جوش ۾ آءُ ٿُون، محبت واريُون موجون ماڻ.‘







## ڪافي

ٿلهہ:

مين عَليل هُون المستا،
دَم مستو مست الستا.

آدم هُون مين ڏُن ڏِياني، آدمي آدم گُن گِياني،
ديس ديوانا دَان دِياني، هردي اندر هَستا.

سَت جُڳ سَنبت، ڪُل جُڳ ڪلڙا، هِردي ٻوليا هُو حق هُلڙا،
گُم گُمان، گُم گُل ڦُل گُلڙا، گگن محل گُلدستا.

علي ولي حق جب سي مِليا، طالب مطلُوب تب سي مِليا،
ڪيا ڪهون ڪُڇ ڪَب سي مِليا، سب ڪُڇ مِليا سستا.

جذبہ عليؒ دا جوڳي چالا، ٻولي خلقت ويک اُٻالا،‘
وَڙلا ڪوئي وحدت والا، سير پڙهي سَربستا.



## ڪافي

ٿلهہ:

عشق چڙهيو اُت نيئي نيئي،
ٻئي تہ ٻِيائي ويئي ويئي.

حُسن حبيب حقانيءَ جو، لامِثل لاثانيءَ جو،
دوست مِٺي دل جانيءَ جو، ڏِسيو ڏِسي دل پيئي پيئي.

جشن ڪرائي جيئري سُهڻي، قُرب ڪَڙي منجهہ نِئري سهڻي،
ڪَئي ڪمائي ڪِئري سهڻي، قُرب ڪيا اڄ ڪيئي ڪيئي.

سُرت سمجهہ ٻئي مَنجي پيون، گهٽ گهونگهٽ ۾ گهٽجي پيون،
جَهڙپ اُنهيءَ منجهہ جَهٽجي پيون، ڏاج ۾ سِرڙو ڏيئي ڏيئي.

جذبہ علي' ٿي جَڳ ۾ آيس، روشن ڪارڻ رَڳ ۾ آيس،
اَزل اَبد جي اَڳ ۾ آيس، سبق سُڻايم سيئي سيئي.







## ڪافي

ٿلهہ:

حُڪم اوهان جو حاضر آهيان،
اڳيان قال اُڏامي وِئا.

خيال ۾ ڳولي خيال سُڃاتم، خيال خزانو خيال ۾ ڄاتم،
خيال خدائي خيال ۾ پاتم، وَهمين دُور وِسامي وِئا.

خيال خُدائي خالق سمجهي، مام اُها سڀ مالڪ سمجهي،
سُٺي ٻُڌي ڪو سالڪ سمجهي، عبدي دور اُجهامي وِئا.

حال حقيقت حق حقاني، سڀ ڪُجهہ سمجهي رَمز رنداني،
راز سُڻايان خاص رَباني، جسمين جوش اُڪامي وِئا.

جذبہ علي' جو جيءَ ۾ آيم، جسم اسم ۾ بسم بنايم،
پيهي پاڻ ۾ جهاتي پايم، خيال خوديءَ جا ڪامي وِئا.



## ڪافي

ٿلهہ:

ويم وِڇوڙو وِچ جو پرين پوليون پوليون،
راضي ٿي رحم ڪري، واحد واڳون واريون.

سڄڻ سار لَڌي، وحدت ۾ ويس وَڌي،
پيش پِيس بول بُڌي، ياد پيم سڀ ياريون.

وصل وِصال ۾ ويهي، ڏَسيم پنهنجي ڏيهي،
جهڙي تهڙي جيهي، پيم قبول زاريون.

پاند ڳِچيءَ ڳَل پائي، سجدي ۾ سِر نائي،
دَم قدم سان لائي، آهن اکڙيون ٺاريون.

مايا ڪان مُنهن موڙي، سَڱ سڱاوت ٽوڙي،
حاضر ٿي هٿ جوڙي، بيون ڪيم ٻَن ساريون.

طعام تمام تَرڪ ڪري، غير سڄو غرق ڪري،
مري جِئَس مَرَڪ ڪري، گڏجي گهڙيون گهاريون.

صحبت ۾ صُورت جي، مام مِليم مُورت جي،
دُئي پِڳي دورت جي، ڏٺيءَ سوا سڀ ڏاريون.

پِرين پاسي رَهي، سِر ڪي ڪيم صهي،
لحظي مَنجهہ لَهي، دلبر دلڙيون ٺاريون.

وحدت واحد جوڙي، ’جذبہ علي‘ جڳ جوڙي،
وِڇڙيل ووڙي ووڙي، ٻُڏل بيڙيون تاريون.







## ڪافي

ٿلهہ:

ڏيان مبارڪ ڏيهَن ڪي،
عشق ٿِيو اظهار.

اڄي ڏِٺو مون اديون آهي،
وحدت ۾ وسڪار.

نور محمد نِرمل نوري،
نُور ٿِيو آهي نِروار.

مهر منڊي سان مرسل منهنجو
هلي ڏِسو حُبدار.

ڏسيو ڏيکار ڏيهَن ڪي پيو،
جذبہ علي’ جِنسار.‘



## ڪافي

ٿلهه:

مِليم مُبارڪ، اوهان کي مُبارڪ،
مِليم محرم يار، اوهان کي مُبارڪ.

اڄو اڄو سڀ عيدون ڪريون،
حُسن پَسي هر وَار، اوهان کي مُبارڪ.

وحدت وارو ويڙ بنائي،
واحد ڪيو وسڪار، اوهان کي مُبارڪ.

مير محمد مُرسل آيو
محشر جو مهندار، اوهان کي مُبارڪ.

جذبہ عليؑ جي جيءَ ۾ جايون،
جوڙيون جانب يار، اوهان کي مُبارڪ.







## ڪافي

ٿلهه:

جئس جئس آءٌ جيڏيون، اوهان کي مُبارڪ،
جيئري مِليم جانب يار، اوهان کي مُبارڪ.

جشن ٿِئو ٿي جيڏيون مُنهنجو
دوست مِليو دِلدار، اوهان کي مُبارڪ.

جَڳ سِڪيو ٿي جَنهن لاءِ اَديُون!
آيو اَڪڙين ٺار، اوهان کي مُبارڪ.

هادي مهدي امام حق جو
عشق ٿِئو اظهار، اوهان کي مُبارڪ.

جذبہ عليؑ جي جيءَ ۾ جايون،
حيدر هينئڙي ٺار، اوهان کي مُبارڪ.



## ڪافي

تلھہ:

جاڳو جاڳو يارو،
آيو عشق آسارو.

هوڪو حق حُر وارو، نام امام جو نارو،
ڏِسيو ڏِسي پيو سارو، سَمجُهو سمجهڻ وارو.

مهدي مالڪ آيو، خلق جو خالق آيو،
صاحب سالڪ آيو، جوڙ ڪري جِنسارو.

حسن حُسين اصل، نوراني پاڪ نسل،
واحد وارو وصل، وحدت ۾ وسڪارو.

جذبہ عليؑ جو جاني، لعل مِليو لاثاني،
قدمن تان قُرباني، ساھہ صَدَقُ سِر سارو.







## ڪافي

تلھہ:

ويم وِڇوڙو وڏو، پُنيون مُرادُون مَن جُون،
هُجي مُبارڪ تن کي، جانيون سِڪيُون جِن جُون.

مُند موٽي سا آئي، وات ۾ جَنهنجي وائي،
ڳائي هر ڳنهن ڳائي، تاڪِيُون کولي تَن جُون.

هادي مهدي همدم، حال همہ ۾ هَمغم،
لامڪاني لاغم، فلمون جوڙيون فَن جُون.

جهڙي طرحان جَڳ ۾، آهي ظاهر آڳ ۾،
رَمزون ٿِيون رَڳ رَڳ ۾، هلن چَلن هِن مَن جُون.

واحد وحدت جوڙي، ’جذبہ عليؑ‘ جڳ موڙي،
خالق خيما کوڙي، ڏٺي لُٽون ڏي ڏَن جُون.



## ڪافي

ٽلهہ:

ويم وِڇوڙو وِچ جو، شاهہ ڳرايم شاديون،
دِل جُون دُور ٿِيون، توبهہ سان تاديون.

توبهہ توبهہ زاري، جنهن تنهن ويلي جاري،
ياد ڪئي دل ياري، نار وَهائي ناديون.

جانب سان دِل جَڙي، قُرب ڳڙي ۾ ڳڙي،
روئي روئي رَڙي، وَسي وَسايم واديون.

ڏيهہ ۾ ڏاري سُليس، مهڻن ماري مِليس،
سچ ۾ ساري هليس، بِره برادر زاديون.

اڳڻ سجڻ اَڳ آيم، صالح ٿي دڳ لايم،
جذبہ عليؔ جڳ آيم، ڏيڻ مُبارڪ باديون.







## ڪافي

ٽلهہ:

جاڳو جاڳو يارو،
آيو عشق اُجارو.

شيرِ خدا هيءَ شاهي، جيئن سندس جيءَ چاهي،
هلي هلائي ٿاهي، آهي الله وَس وارو.

عاشق آهي آيو، شير اچي شرمايو،
ڳايو ڳائي ڳايو، درد اچي دل وارو.

اَچو اَچي ڪَنڌ نائي، پانڌ ڳِچيءَ ڳل پائي،
سجدي ۾ سِر نائي، سِر سُڄاڻو سارو.

جذبہ عليؔ خود جاڳي، سمجھ ڏَسي ٿو ساڳي،
راز رندانو راڳي، نادَ وَڄايو نارو.



## **ڪافي** (جوڳ)

ٿلهہ:

ڪر ذات بلوچ ڳئي زوري وي،
ڳِھن گھوٽ ميڏي ڱون چوري وي۔

ڪيچ دي والي قِسمت ڇَائِي، بِن مهمان ميڏي گھر آئِي،
ڇُم، ڇُم ڇَامين ڳل لائي، ڀُل ڳئي مين هُڻ ڀوري وي۔

جَڏهان شهر ڀنڀور وچ شاهہ آئي ڱر ڱيچان ڱاهہ هو ڱاهہ آئِي،
ايجها ٺاهہ ٺڳي دا ٺاهہ آئِي، ڳئي راز ڇُپا ڱنُون ڇوري وي۔

نِنڊ اويلڙي ميڪون نيتا، ڱرمين ڱنَڙي مين ڪيا ڪِيتا،
ويکو پاپي نفس پليتا، هي اگهيا وچ اگهوري وي۔

حيف 'ايوب' حياتي ساري، گذر ڳئي هي غفلت واري،
هُڻ تان همٿ ڪر هر واري، گھر، گھر ٽيسان گھوري وي۔



## ڪافي (ڪارايل)

تلھہ:

نَين محبت نِروار تُساڏي،
تِير تفنگ تلوار مِيان.

شوق وَالي پَنڌ شملي چَڙھندي،
شَاھِي ڳرن شِڪار مِيان.

ڳالي ڳجلي قَھر ڳرِيندي،
ڳرن قَتل دِي ڳار مِيان.

مَزگان وَالي مَست پِيالي،
موھہ گھتن مَن مَار مِيان.

نوڪان نِينھن نِظارا لاون،
نَاتا نيڪ نِظار مِيان.

ايوب’ اُلٽي ڏِيون اِشاري،‘
عام اندر اِظھار ميان.







## ڪافي (ڪارايل)

تلھہ:

صُورت دِلبر سُھڻي تيڏي،
سَرسُ پيا سِينگار ڪِيتَئي.

ڳگن مَحل دَا ڳُلڙا ڪولڪي،
ڳُونگھٽ وِچ ڳُلزار ڪِيتَئي.

وَيس وَڳي سَپ وَھہ وَاھہ وَٽندي،
وَل چَل وارو وار ڪِيتَئي.

جيڏي ڪيڏي جَلوا تَيڏا،
جوڙ جَنگي جِنسَار ڪِيتَئي.

حَسن حُسين دا ھوڪا ھَليا،
ھر ھنڌ ھڪ ھُبڪار ڪِيتَئي.

عَجب ‘ايوب’ ھِي اَعليٰ ڏِنڙا،
اطھر رنگ اظھار ڪيتئي.



## ڪافي (ڪارايل)

ٿلهہ:

آڪيان ڪِيتا آر عَجائِب.
نَال آڙانگي آڙيان يار.

صُورت وَيک تي سَوز پراون،
سَچ پَچ سيئي سڙيان يار.

پَيوند پَيچ پِيار دَا پاڪي،
پَني پِرت دي پَڙهيان يار.

قُرب دي ڪارڻ قَتل قَبولڻ،
قَول انهين وِچ ڪڙيان يار.

لوڪ ڳنون لِڪ لِيڱڙي پاون،
لَعلڻ وَيک ڪي لَڙيان يار.

جِسم 'ايوب' جَلاون جَل جَل،
جوش جَڳا وَچ جَڙيان يار.







## ڪافي (پرياتي)

ٿلهہ:

ڪرسَٽ سَٽ سَٽ هي، جَهٽ پَٽ جَهٽ،
اي جَڳ مَڳ جَهڳڙا، بِرهہ مَچايا بَلي بَلي.

ڪنجهيان قرب ڏِيان وَل وَل وڳيان،
هوش عَقل گُم هويا اڳيان،
ڪرفَٽ فَٽ فَٽ هي، لَٽ پَٽ لَٽ ئي،
لڳ لڳ لڳڙا، وَل نہ ولا يا وَلي وَلي.

غَميان آيان خُوشيان ڀڳيان،
تَاب تَپش وچ تِل نہ تڳيان،
ڪر هَٽ هَٽ هَٽ هي، پَٽ سَٽ پَٽ اي،
جَڳ جَڳ جَڳڙا جِسم جَلايا جَلي جَلي.

عِشق آويڙا 'ايوب' آيا،
شَاهِي جنهن هِن شور مَچايا،
ڪر نَٽ نَٽ نَٽ هي، مَٽ سَٽ مَٽ ئي،
رَڳ رَڳ رَڳڙا حُسن هلايا هلي چَلي.



## ڪافي (جوڳ)

ٿلهہ:

جوڳِي ٻَنڪي جَانِب آيا، ڳَل وِچ پاڪي مَالها هي،
ملڪ ساري دَا مَالڪ مَاهي، تَخت هَزاره والا هي.

پَوش فَقِيري پَهلون پَايس، محبت والي مُرلي چَايَس،
نِينهن نَوان ڪر ناتا لايَس، عِبرت عِشق آٽالا هي.

صُورَت صَاف سَراسَر سَالم، مَوهہ مَنايَس آ ڪر عَالم،
ٻِيک بيراڳِي پَاڪر بَالم، بَڻيا بيحَد بَالا هي.

چَاڪ وَيکي بي چَاڪ ٿِياسو چَاڪ وِڇئون چَالاڪ ٿِياسو
چَاڪ چواڪي چَاڪ ٿِياسو چَاڪ جهيندا چَالا هي.

رَمز انهين وِچ رَانجَهن رَاڳِي، سَانون مِليا صَاحِب سَاڳِي،
سَارا لوڪ سَڏيجي سهاڳِي، عَجب 'ايوب' اُجالا هي.







## ڪافي (جوڳ)

ٿلهہ:

مُلڪ هَزاره دَا مَالِڪ مَاهِي، ڇوڙ اَمِيري آيا هي،
سَاڏي سَانگي صَاحبزادي، پَوش فَقِيري پَايا هي.

مَنڊ محبت وَالي مَنڊڪي، نَاتا نَفسي رِل مِل رنڊڪي،
وَارَٺُون وَار ورهہ ڪُون وَنڊڪي، جَانِب جَادُو لاَيا هي.

ڳَالِهہ ڳُجهي ڪُون ڳَڙ ڳَڙ ڳليا، چَاڪ چَواڪي چَالين چَليا،
بَخت آَسان دَا وَل وَل وَليا، سَڀ ٿِيا سَانگ سَجايا هي.

سَاري لَوڪ ڪُون صَاحِب سَاڳِي، ٻِيک ايهين وِچ مِليا بيراڳِي،
رنگ پور دي وِچ رَانجَهن رَاڳِي، رَهبر رَاز رُلايا هي.

ايوب' فِي اَحسَن تَقَوِيّ مي، قول ڪَرِيمي قَائم قَدِيمي،'
اِنَا اَحمد بِلاَ ميمي، حَق دَا هُل هُلاَيا هي.



## **ڪافي** (پرياتي)

تلهہ:

هَر رَنگ دي وِچ حَسن هَادِي دي،
رِلمِل رَنگ رَچايا وي.

ظَاهِر ڪَرڪي ذڪريا ڪُون، ڪَرت دي نَال ڪَپايا وي،
يونس پيٽ مَاهِي دي مَالِڪ، ڇَلرن وِچ ڇُپَايا وي.

مَاهہ ڪَنعاني نَال پراوان، شَوق شِڪار دي آيا وي،
قيدي بِن ڪنعان وِچُون، هُڻ مِصر ڇَا مُلهہ چُڪايا وي.

تَاب تَجلي طُور تي مُوسيٰ، پَارس پِرت پَچايا وي،
اِبراهيم آڙاهہ چُون اِينوين، بيشڪ بِرهہ بَچايا وي.

ايوب' عِبرت اهين وِچ عَاشق، نَاتي نِينهن نَچايا وي،'
ڇَئنِي قبلي ڇَمڪي ڇَوڏس، مَچڙا عِشق مَچايا وي.







## **ڪافي** (مانجهہ)

تلهہ:

وَهہ وَاهہ، وَهہ وَاهہ وَصل دَا وَيلا،
آوَڻ دَا اِمدَاد ڪَرين.

آوين مُڙنا جَاوين جَانِب،
ايڏا قُرب ڪُشاد ڪَرين.

مَهل مِلڻ دي مَنڪون پاوي،
آڪي اَڱڻ آباد ڪَرين.

ڪَملي تيڏي قُرب دي ڪُنڙي،
دَرد وَندي دِلشَاد ڪَرين.

جَلد مِلين تَان جِيوان جَاني،
ايجهاڪو اِرشاد ڪَرين.

عَرض 'ايوب' اُداسِي ڪَرندا،
يَار سِڳها هُڻ يَادِ ڪَرين.



## **ڪافي** (پرڀاتي)

ٽلھ:

آکيان کول ذرا اِي عِبرت وَيکين،
بي رَنگ، رَنگ بَنايا وي.

خَالِق اَڪبر خَلقٽھاري، عَرش زَمين اُپايا وي،
شَمش قمر ڏُونھِين شَاھِد جَنهندا. رَاتِيان ڏِينھن رَکايا وي.

جُڙيا جوڙ جَڳت دا جِيوين، قُدرت قَلم وَهايا وي،
حَاضِر نَاظِر هَر هَنڌ هوڪي، حَاڪم حُڪم هَلايا وي.

ذَات ظَهُورا ظَاهِر ڪَرڪي، چَرخا عَجب چَلايا وي،
طَرحين، طَرحين تَاب تَجلي، تَنهن وِچ طُور جَلايا وي.

مَوج محبت وَالا چَالا. اُلٽا 'ايوب' آيا وي،
زير زَمين آسمان انهين وِچ، رَنگڙا عِشق رَچايا وي.







## **ڪافي** (آسا)

ٽلھ:

دِل دَا دِل وِچ دَرد هَزار،
آپي اَپنا آپ پَلئيسُون.

آوَن جاوَن اُلٽ اِشَاري، ڏُک ڏسي جن سُک ڳَئي ساري،
کَاوڻ پِيوڻ سَپ تِئي کَاري، جَوش جَڳا هُڻ جان جَلئيسُون.

دَاغ اَندروني دُکئي دَم دَم، بيوس ڪِيوين جَالان بي غَم،
مَچ مَچاڪي مَن وِچ مُحڪم، اَندر اَپني آگ پَلئيسُون.

ڪنهن ڪُون آکان ڪو نہ پڇاني، لَھر غَمان ڪنُون لوگ بيگاني،
دلق ڏِکيسَان دَرس دِيواني، سُور نہ ڪنهن دي نَال سَلئيسُون.

رَنج رُڪاوٽ رَولي سَاري، پَن ڳَهتيسَان پولي سَاري،
ڳُڻ ڳُڻ ڳَالهين ڳولهي سَاري، رَمز انهين وِچ رَاز رُلئيسُون.

ايوب' اَول آخر اِينوين، سَختيان سَھ ڪي صَابِر ٿِينوين'
جَڏهان مِلسي جَانب جِيوين، انهين ڪُون سَپ ڪُڇ آک اَلئيسُون.



## **ڪافي** (پيروي)

ٿلهہ:

ويکو دِيدار دِلبر دا، سَچي سَردار سَرور دا،
اَول آخر هَئي اَڪسِير، مُحمد مِير مُنور دا.

سَهيلِيان سَانگ ڳَر سَايا، رَکو رُوح وِچ سَچا رَايا،
چَلون ويکون عَجب وَهہ وَاهہ، وَصل وَسڪار چَا لايا،
مَدِيني تَخت دَا مَالِڪ، عَرب وِچ يَار هي آيا،
هَر هَنڌ هَاڪ ٿِئي خُوشناڪ، پيياري پَاڪ پَرور دا.

ڳَٺيس ڪُفران ڪُون ڪِينوين، اَصل نَا ڪِيتا ڳَنهن اِيوين،
تَجلا تَاب تَلوارين، ڪِيتا هَا تيز تر تِيوين،
جَهلڪ دَاري جهنڊا جُهولي، جزب جٿمات دَا جِيوين،
اَصل اَڻ موٽ چَڙهيا چوٽ، گهوران گهوٽ چَڙئي گهر دا.

نُور ظَهُور ٿِئي نِروار، چَؤ طَرفين چَمڪ چوڌار،
حُسن جَمال هَر رَنگ وِچ، ڪُليا خُوب خُوشبودار،
عَرب عَجم وِچ اَيسا، بَستي دار بَاغ بَهار،
مِل مَحبوب ڪِيتا مَطلوب، دَرشن خُوب داور دا.

عَڪس 'ايوب' اَثباتِي، ظَهُورا صَاف هي ذَاتِي،
جَوهر جَلوو جَلالَہُ، جَشَن جِنسَار جَذباتِي،
عَهد ڪُون عَبد بِن آئي، اُجَالا عِشق عَدماتي،
حُسن هَمراهہ ري شَڪ، آهي رَسُول الله رَهبر دا.







## **ڪافي** (ڏناسري)

ٿلهہ:

ڏِينهن دُنيا ڏُون چَار وي،
رَهج رَضا جي رَنگ مَنجهہ رَازِي

شَان شَرِيعَت شَاهِن شَاهِي،
اَول سُجَاڻي اُجَار وي مِيان،
مَن ٿَان لاَهي مَوهہ مِجَازِي.

ٿُرت طَرِيقَت جو ٿِي طَالِب،
تن ۾ ٿَار تَسوار وي مِيان،
تَند وَجَائِج طَلب جِي ٿَازِي.

حَال حَقِيقَت هِڪڙو هَميشَہ،
ڏُريان ئِي ٿُون ڏَار وي مِيان،
غَير چَڏي ٿِي گوهر غَازِي.

مُلڪ مُدامي مَعنيٰ وَارو،
آهي سَجو اسرار وي مِيان،
عَجب عَجائِب عَارف بَازِي.

اَمُر 'ايوب' روز اَزل جو،
ويهِي ڪِين وِسار وي مِيان،
فِڪر فَنا جو فَيض فَياضِي.



## ڪافي (جوڳ)

ٿلهہ:

ڪِيتَا حَال ميڏَا اَبَر حَال مِيان،
تيڏِي چَلَت عَجَائِب چَال مِيان.

ڪٿهَان رَحمِي هين، ڪٿهان قَهرِي هين،
ڪٿهان شَڪرَاهين، ڪٿهان بَحرِي هين،
ڪٿهان چَور دِليان دَا، ڪٿهان وَاهرِي هين،
ڪٿهان ڏَار وَسين، ڪٿهان نَالِ مِيان.

ڪٿهان فَقَر فَقِيري، ڪٿهان قَاضِي هين،
ڪٿهان آپ اَڏِ، ڪٿهان غَازِي هين،
ڪٿهان رَنج رَهين، ڪٿهان رَاضِي هين،
ڪٿهان خُوش دِل هين، خُوش خِيال مِيان.

ڪٿهان رَانجَهن هين، ڪٿهان ليڙهي هين،
ڪٿهان صُلَح صَحِي، ڪٿهان جهيڙِي هين،
ڪٿهان دُور وَسين، ڪٿهان ويڙهي هين،
هُڻ ميڏِي ڪِيَا هي، سُهڻل سَائِين مَجَال مِيان.

ڪٿهان نَال 'ايوب'، دي نِروَار رَهين،
ڪٿهان دُور پيا، سَاڪُون دِلدار رَهين،
ڪٿهان يَڪدِل ٿِي، هُڻ يَار رَهين،
سُڻ سِڪڙِي سَتايل دا سُوال مِيان.







## ڪافي (جوڳ)

ٿلهہ:

دَرد نَہ جَاني ڪوئِي وي سُهڻا سَائِين،
لَوڪ سَارا هي بيگانا بيگانا.

جَڪ جَڪ جِندڙِي ويندي هي جُهرندِي،
سَوز لَڳا هُڻ سو ئي وي مِيان،
نِت نِت نِينهن نِشَانَا.

ڪِيَا وي سُڻاوَان قِيل مَقَالان،
ڪُون ڪَري دِلجوئِي وي مِيان،
سَوين رَنگ سُور سَمَانا.

اُلَٽ اِشاري آوَن جَاوَن،
ڏُکڙا ڏِيج ڏِتو ئِي وي ميان،
هِن نَال غَمَان گُذرَانا.

ايوب' اَندر دَا تو بِن ڪَنِهن ڪُون،'
رَاز سُڻاوَان روئِي وي مِيان،
هَر دَر هي حَال حَيوانا.



# ڪافي

ٿلهه:

دل درد فراق دي ماري هي،
لڳي منڙي يار دي ياري هي.

لُون لُون دي وِچ لاتان لڳيان، دُور ٿيان هُڻ سينڌان سڳيان،
ڪنجهيان قرب ديان ول ول وڳيان، جوش جگر وِچ جاري هي.

هجر دي آون اؤکي ويلي، اوڙي پاڙي چوڙ اڪيلي،
ڳولان ڦولان جهنگل ٻيلي، سنجها صبح تياري هي.

ڏينهن ڏوهيلي اؤکي آيم، سانگي يار دي سؤکي پانيم،
چوٽ ڪ لڳڙي چُم چُم چايم، سِر ساري خلق خواري هي.

ايوب' اَوجان موجان مٽيان، غميان آئيان خوشيان هٽيان،'
گُم هِن ڪيتيان گُوندر گهٽيان، آيا بار غمان سر باري هي.







# ڪافي

ٿلهه:

دل عشق عجيب اُجاري هي،
سڏ ٻُڌ پئي هُڻ ساري هي.

شهنشاهي شان شريعت، تن وِچ تهدل طلب طريقت،
حق حق هردم حال حقيقت، محبت مَوج ملاري هي.

فهم وجودي فيض فنائي، فضل فنا في الشيخ فدائي،
راز رسولي رهنمائي، بَر سَر بِرهه بهاري هي.

اول الستي اُلٹ اشاري، قالُو بَلا دي قول قراري،
ناتي نيهي دي نينهن نياري، سچ پچ سمجهه سُڏاري هي.

قطري قطري ڪيا قلزم هي، 'ايوب' عبرت اندر گُم هي،
فَذڪُروني اَذڪُرڪُم هي ڪيتي، صاحب صاف سِتاري هي.



# وائي

تلهہ:

جيءَ، جيءَ توکي جاني آءٌ ڀانهي،
هار هينئين جو وو توکي ڀانئيان.

سَوَ سَوَ پيرا صدقو
ساهہ ڪريان قرباني.
هار هينئين جو وو توکي ڀانئيان.

جيئڻ هِن جَڳي جو
تِڳڻ آهي تو داني.
هار هينئين جو وو توکي ڀانئيان.

جانب تنهنجو جڳ ۾،
مَٽ ناهي ڪو ثاني.
هار هينئين جو وو توکي ڀانئيان.

ڏسڻ ري ڏکيءَ جو
هينئڙو آهي حيراني.
هار هينئين جو وو توکي ڀانئيان.

سِڪايل ڪي سوز ۾،
ڦَٽن ڪيو هِت فاني.
هار هينئين جو وو توکي ڀانئيان.

اَوڪي منجهہ 'ايوب' تي،
اچي ڪر ڪا احساني.
هار هينئين جو وو توکي ڀانئيان.



## وائي

تلهہ:

الله، لَک لک ڏيِ، مون کي لوڪ،
مهٽا موڪ، آءُ پورهيت تو پِرينءَ جي.

کَر سدائين خوش ٿئي،
طعنا ڏينم ٿو توڪ.
مهٽا موڪ آءُ پورهيت تو پرينءَ جي.

کلڻ وارا خلق ۾،
ٺهڪ ڏيو کن ٺوڪ.
مهٽا موڪ آءُ پورهيت تو پرينءَ جي.

لالڻ لاهِج لُطف سان،
راهن تان سڀ هي روڪ.
مهٽا موڪ آءُ پورهيت تو پِرينءَ جي.

اچي اڳڻ 'ايوب' جي،
سختي لاهين تون سوڪ.
مهٽا موڪ آءُ پورهيت تو پِرينءَ جي.







## وائي

تلهہ:

الله دلبر لايِئِي چو دير،
گل منهنجي ڪير، لَهندو لَڳن ۾.

چِڪن ڦَٽ فراق جا،
فرق نَہ پانيان ڪو ڦير،
گل منهنجي ڪير لَهندو لَڳن ۾.

جتن جيڏو ئي ڪيو
ويچاريءَ سان هي وير،
گل منهنجي ڪير لَهندو لَڳن ۾.

ڏيرن جو هن ڏيهہ ۾،
پينر ناهي وري پير،
گل منهنجي ڪير لَهندو لَڳن ۾.

اڳڻ هِن 'ايوب' جي،
پرين پري اچ تون پير،
گل منهنجي ڪير لَهندو لَڳن ۾.



## وائي

ٽلهه:

الله گُوندر ماري ٿو غم،
دل جو دم، سُورن آهي سَجَهايو.

جهورِي من جهيٽو ڪيو،
قرب وِساريا سڀ ڪم.
دِل جو دَم سُورن آهي سَجَهايو.

اُلڪو اَون پريِنءَ جو،
وَيُم وِڪوڙِي وهم.
دل جو دَم سُورن آهي سَجَهايو.

ڏورڻ ڏونگر ڏاڪڙو،
ڪاٽيارين جو گرم.
دل جو دَم سُورن آهي سَجَهايو.

ايندا اگهڻ ’ايوب‘ جي،
قربڻُون پائي قدم.
دل جو دَم سُورن آهي سَجَهايو.







## وائي

ٽلهه:

ڏيرن تي مُئيءَ جو ڏُک وو ڏُک،
دل جو ڏُک، آيل ڪنهن سان اوريان.

ڪيچي قطاري هليا ڪالهه،
روڏا پنهنجي وو رُک،
دل جو ڏُک، آيل ڪنهن سان اوريان.

سُمهڻ منجهان سرتيون،
جيڏو پرايو مُون جَک.
دل جو ڏُک، آيل ڪنهن سان اوريان.

جيجان تِن جتن جي،
لوڏ لهي ٿي لَک.
دل جو ڏُک، آيل ڪنهن سان اوريان.

اوٺيڙن جا ’ايوب‘ چوي،
ساريو ويٺي روئان سُک.
دل جو ڏُک، آيل ڪنهن سان اوريان.



# وائي

ٿلهہ:

ووڙڻ منھنجو آهي وس،
ڏونگر ڏَس ڏيندا مون ڏکيءَ کي.

هلنديس پُنهيءَ هوت جي،
گورن جو وٺي آءٌ گس.
ڏونگر ڏَس ڏيندا مون ڏکيءَ کي.

پنهل جي پريت جو،
سوز متو آهي سَرسَ.
ڏونگر ڏَس ڏيندا مون ڏکيءَ کي.

آڏا ڏونگر ڏاڪڙا،
لَڳ مڙيوئي لَسَ.
ڏونگر ڏَس ڏيندا مون ڏکيءَ کي.

آري ڄام جي پرت جو،
هينئڙي منجهہ هَنبس.
ڏونگر ڏَس ڏيندا مون ڏکيءَ کي.

اوٺين جا ’ايوب‘ چوي،
ڳوليِ نهاري گسِ.
ڏونگر ڏَس ڏيندا مون ڏکيءَ کي.







# وائي

ٿلهہ:

سنگهارن کي ساريان ڪيئن گهاريان،
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

پنهنجي پَٽ پنوهارن سان،
پهچي شال پاريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

پيڙي تن پِٽن ۾،
چانگون چيلڙا چاريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

وساري ويهي رهيا،
ڏُرَئون ٿيئڙم ڏاريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

وڃي ڏڻ ڏنارن سان،
ولر ڪري واريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

ڪنگرا هِن ڪوٽ جا،
ولر ڪري واريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.

’ايوب‘ اوساريو انهن لاءِ،
هَنجون ويٺي هاريان.
مَن وِنجهلڻ آهي مُنجهَايو.



## وائي

تلهه:

الله تِن ماروئڙن ساڻ ميان،
ٽر وو ٽيان، وڃي پيڙي پِرَم سان.

ونئي وَلهارن ۾ وو
پلر پاڪ پيئان.
ٽر وو ٽيان، وڃي پيڙي پِرَم سان.

لِکيو وينئي لوڙهيان وو
ڪنهن کي ڏوهه ڏيان.
ٽر وو ٽيان، وڃي پيڙي پِرَم سان.

ويڙهيچا مُون نہ وِسرن وو
هيڪر مُئِيءَ کي هينئان.
ٽر وو ٽيان، وڃي پيڙي پِرَم سان.

سچو سِيل صبر ۾ وو
شال نباهي نِيان.
ٽر وو ٽيان، وڃي پيڙي پِرَم سان.

ايوب' اَباڻن ري وو،'
جڏڙي ڪيئن جيئان.
ٽر وو ٽيان، وڃي پيڙي پِرَم سان.







## وائي

تلهه:

ساهڙ لَهه مُئِيءَ جي سار،
آ مِل يار، وير وڪوڙي آهيان.

لهرين لوڏي آهيان،
تَري نہ جاڻان آءٌ تار.
آ مِل يار، وير وڪوڙي آهيان.

سختي هِن سمنڊ جي،
پاڻ اُڪارين اَچي پار.
آ مِل يار، وير وڪوڙي آهيان.

توريءَ پيو ناهي تَرهو
ناهي وسيلو وينجهار.
آ مِل يار، وير وڪوڙي آهيان.

اچي ڏيج 'ايوب' کي،
اَوکي منجهه آڌار.
آ مِل يار، وير وڪوڙي آهيان.



# بيت

وارث وَرِيتيمَ جو، پريمَ آهين پوش،
مَتان موڙين مُنهَڙو، جانب ڪري جوش،
هِڪ موڳي پيا مير گهڻا، هَڏ نَہ آهيمَ هوش،
فضل الله فروش، پردو رَکج پِيير ٿُون.

2

ڏَڪج ڏولڻ پِيير، ڏيئي پَانڌ پَناهہ جو،
وجودي ويساهہ جي، سَچي رَهيمَ سِير،
هو هوائي حِرص جي، هَڏ نَہ لڳيمَ هير،
مالڪ محمد مِير، آهين ياد يتيمَ کي.

3

آهن ياد يتيمَ کي، رُوحي قلبي رَاز،
سَتاري صَاحِب گرين جي، نِرمل ٿُنهنجا نَاز،
سَت تَارون سُر ۾، اَچن اَندر جَا آواز،
سَدا رَنگي سَاز، پَسان سُٽان پاڻ ۾.

4

پَسي ٻُڌي پاڻ ۾، سِر کي ڪَيَمَ سُجود،
سُر سُجاتَمَ سِر ۾، وَڄائي وُجود،
رَبوبي رَباب جو سِر ۾ وَڳم سُرود،
دَمَ دَمَ دِل مَنجهہ دُرُود، ڪو ياد يتيمَ کي.



# بيت

نَام سَانگ جي لأَج، رَهجِي اَچي رَمز ۾،
رَاضِي رَهج رَاز ڏَٽِي، تہ رُنَل پَرچَن رَاج،
هَادِي تُنهِنجي هَٿ ۾، هَرڪا آهي هَاج،
سَڀ سُڌَارِج ڳَاج، عَاجِز هِن 'ايوب' جَا.

2

عَاجز هِن 'ايوب' جَا، وَارث پِير وسيل،
اُجاريج اَصِيل، آهيان تُنهنجي آسري.

3

عَيب نہ اُگهاڙيج، اَنگ اُگهاڙو آهيان،
ڍَڪِيندَڙ تُون ڍَڪيج، ڏيئي پَاند پَناهہ جو.

4

پَلئہ پَايو پَاند، پِنَان پوشَ پَناهہ جو،
جوڪو ٿِئي نہ جَهان ڪي، ڏُيرو ٿِئي مَ ڏَاند.
سِرُ نہ ڦري سَكرين، چِٽو رَهيم چَاند،
آءُ ڳَمِيٺي، تُون ڪانڌ، وارث وَر يَتِيم جو.





# بيت

يَڪو يَاد يَتِيم ڪي، صُبح شَام سَتار،
جَهلو آهيم جهوڪ ڏَٽِي، عَلڻ پِير عَطار،
سَتارِي صَاحب ڪَريمن جِي، قربي آهي قَطار،
مَوهي محبت سَاڻ سَتار، تو طَالب تَاري تَلر مَان.

2

رَاضِي ٿِيو رَحمان، وَاحِد وَاڳُون وَارِيُون،
پَرچي پَاڳَاري، اَچي اَڱلِيُون اُجَارِيُون،
جذبہ علي’ جُون جَڳ ۾ موجُون مَلارِيُون،‘
سَيَد اَچِي سَارِيُون، اَسَان جهڙيون اَيِرِيُون.

3

اَسَان جَهڙيون اَيِريون، سَيَد سِينگَاري،
پَسي پَسائي پاڻ پيو ڏِسي ڏيکاري،
جذبہ علي جو جيءَ ۾ سڀ ڪجهہ سيکاري،
واحد وينجهاري، وحدت ويڙ بنائيو.

4

وَحدَت ويڙ بَنائِيو سَباجهي سَتار،
سَڏي سَيڻِي ڪي، قَادِر مَنجهہ قَطار،
ميريون مِڙيئي مَعاف ڪَري، بَخشي بَخشَڻهار،
جذبہ علي’ جَنسَار، پَسي پَسائي پَاڻ تو.‘

## بيت

پَسي پَسائي پَاڻ ٿو رَضَا جو رَاٽو
ظَاهِر بَاطِن وَارِيُون، جَاٽي سَڀ جَاٽو
جذبہ عليؑ جَان ۾ آءَ اَٽجاٽو،
سَمجهي سِياڻو سَالڪ اُنهي سِير کي.

2

سَالڪ اُنهي سِيرَ کي، سَمجهي ڪَر صَحِي،
عَرشُون آيو فَرش تي، لاَلَڻ پاَڻ لَهِي،
وَحدَت وَاري ديس ۾، رِيجهي پَئو رَهِي،
آهي اَمَر نيهِي، ’جذبہ عليؑ جي جِيءَ ۾.

3

جذبہ عليؑ جي جيءَ ۾، حُڪم حَقَانِي،
اَمَر آهي اَللهَ جو، مُحڪَم مَڪَانِي،
بولي، بولي پَاڻ ٿو شَڪ نَہ شَقَانِي،
بَقَا بَقَانِي، بِاالله، خُود بَدَن ۾.

4

بِاالله خُود بَدن ۾، هِيڪَت سَاڻ هَلي،
سَندس وَڏَائِي سَڀ ۾، چَرخي جِيئَن چَلي،
سُبحان الله ثابت آهي، سڀ ڳنهن مَنجهہ سَلي،
جَذبي مَنجهہ جَلي، ’جذبہ عليؑ جَوش ۾.





## بيت

سَالڪ تو سُڌ پوي، سَپڪا سَموري،
عُمر ڪَئِي اَجَائِي، تو پُڇَڻ ۾ پُورِي،
نَڪين پُهتين پَار کي، نَڪِين ٿُون نُورِي،
تو ۾ فَرَقُ فِرقَن جو فَاسِقُ وُجُورِي،
پَڙهي تو پُڄَايا، ڳنز قَدُورِي،
پَڳڙِي بَڌي پَاڻ ڪري، ٿِي عَالم عُبُورِي،
فاضل ٿيو فيض هلائين هُش ۾ حضوري،
نَفل نِمازُون پڙهين، اُٿيو اَسُوري،
اِيءَ مِڙيئي مُونجهارو، ڇَڏ مُلان مَشڪري،
اَچِي ڏِس ’ايوب‘ جِيئَن ڪَري صَبر صُبورِي،
اَڪرو سَاري اَڳِيان ڏِس حَالت حُضُورِي،
محبت مَنظُورِي، پَاڻهين پَسين پَاڻ ۾.

2

جذبہ عليؑ جوش ۾، ٿو پَڌرو ڪَري پَاڻ،
اَچِي ڏِسي اَللهَ جِي، عِبرت اَڪين سَاڻ،
هيڪڙائي حَق جِي صُورت مَنجهہ سُجاڻ،
پَنهِنجو پَاڻ نَہ آڻ، تَہ سَالڪ تو سُڌ پَوي.

# بيت

پاڻ پَسين پاڻ ۾ پنهنجو پَسارو،
تہ ويساهہ ڪَر وُجود ۾ صَادِق سَچارو،
سَٽي سَانگا سَاهَہ جَا ٻَچي ٻُلڪارو،
هَليو اَچ حُضُور ۾ نَر هٽي نَارو،
اَچِي ڏِس عَجِيب ٿُون مَهدِي مَوچَارو،
ويٺو آهي وَحدت ۾ اَڏيو اوتارو،
نَام اِمام مُحَمد مَهدِي پَارَس پَاڳَارو،
ظَاهِر بَاطِن ظَهُورو نُورِي نِظارو،
جذبہ عليؒ جَام ڏي پَرِچي پَاڳَارو،
عَالم اُجارو آيو آهي اَللہ ٿِي.

2

آيو آهي اَللہ ٿِي حَاضِر نَاظِر حَق،
ٻَائي پوش فَقِير جو ڍَڪي پَنهِنجو ڍَڪ،
جوڳِي پَنهِنجو جوڳ جو سَڀ لَتاڙي لَڪ،
عِشق اَچي اِظهار ٿِيو شُبهہ نَہ جَنهن ۾ شَڪ،
مَطلُوبي مَقصُود جو طَالِب ڏِسڻ تَڪ،
رَانجَهن انهي رَمز ۾ جِسمين ڏِنو جَڪ،
چِٽو چَاڙهي چوٽ تي چَقمَق وارو چَڪ،
حَقُور ڪي هَٿ ۾ اُن ۾ پَئي اَڪ،
جذبہ عليؒ جَڳ ڪي ڏَٺِي هَٽڻ ڏَڪ،
آيو پَڪو پَڪ، مَهدِي سَاري مُلڪ جو.





# بيت

مَتان ٻُلجو مُون پِرين، مُون ڪي ڏِسي مَٿَ،
سَجڻ سَباجهو گهَٽُو، مُون ۾ گهٽو گهَٽَ،
آءُ پينو پِنٽون، پِنان ڪَٽيو پَٽَ،
آءُ ڏوهاري آهِيان، ڄَاٽي وَاٽي ڄَٽَ،
آءُ اُهو ئِي آهِيان، ڪُوڙن وَارو ڪَٽَ،
آءُ گهُران هوڏِي، اِيءَ پڻ آهي وَٽَ،
آءُ سَاريان سَانگ ٿو، لوڙهہ موچارو لَٽَ،
آءُ گهُري اَگهيو، چڙهيو آهِيان چِٽَ،
جذبہ عليؒ جو جَڳ ۾ ٻَان سَڏايان ٻَٽَ،
هوڪا هَٽِي هَٽَ، ڪَٽيم هِن خيال جو.

2

ڪَٽيم هِن خيال جو، جوڙي سَڀ جَمال،
ظَاهِر سَاري ذَات ٿو، ڪَريان ذُوالجَلال،
اَول آيَس آدم ٿِي، عَرشَن ۾ اَحوال،
لَٿڪِي پوءِ لَڳن ۾، توبهن گَيم بَحال،
ٿِهان پوءِ توبهن جو گَيم نِينهن نِهال،
رَکي رَاز رَسُول ٿِي ٿِئَس لاَزوال،
هَاٽِي حَال فَقِير ٿِي، جوڳِي جُنگ جَلال،
جذبہ عليؒ جوڳ ۾ بيشڪ ٿِي بَرحال،
حَق حَقِيقِي حَال، پَاٺِين ٿِئَس پَڌرو.

# بيت

پاڻهين پَنهِنجي پاڻ جا، پَڌرا ڪريان پار،
سُٺي مَانهُ سَرهَا ٿِيَن، سانگِي چَام سَنگهار،
آءُ اُنهن جو آهِيان، سَائِل سڀ ڄمار،
هَاٽي ڪريان هِت ٿو، وَحدت جو وَاپار،
اَچو اَچي پَاڻ ۾ پَسُون هِڪڙو پَار،
مُنهِنجون مِڙيئي مَن جُون، پُورِيُون ڪيُون پَنهوار،
مِليو مُرشِد مِير، مُحَمد مَهدِي مَٽيادار،
اَچي هِن ‘ايوب’ جو سَاٿِي ٿِيو سَردار،
جذبہ علي’ جيءَ ۾ جوڙيا ڪَئِين جِنسَار،‘
وَحدت جو وَاپار، ڪَٿِي آيَس خَان ٿِي.

2

ڪَٿي آيَس خَان ٿِي، وَحدت جو وَاپار،
اَچي مِليَس اوچتو سِڪيَل سڀ ڄمار،
مَالِڪ مِير مُحافظ، مَحشَر جَا مَهندار،
ويهي رَهيَس ويس مَٿائي، پُل سَندي پُلڪار،
مَن مُرَادُون پُنيُون، لوڪان نَاهي مَيار،
جَهڙِي تَهڙِي جَڏڙِي، رَدِي سڀ رِفتار،
پوءِ بہ پَاڻ پَلائي، پِير مُنهِنجو پڳدار،
عَيب نَہ اُپٽي ڏِٺا، ڍَڪِيا ڍَڪڻ هَار،
جذبہ علي’ جيءَ ۾ نَاز ڪَيا نِروار،‘
عِشق ٿِيو اِظهار، آهي هِن اِنسَانَ ۾.





# بيت

آهي هِن اِنسَان ۾ عِشق ٿِيو اِظهار،
وَحدت وَاري ديس ۾ دِل ڪيو دِيدار،
رَاحِت رَسي رُوح کي، آيو اَکڙِين ٺَار،
مُرشِد مَالِڪ مُون ڏَٺِي، ٿُون ڏيهَن جو ڏَاتار،
حَيدر پِير دَستَگِير، مِڙني جو مَهندار،
وَحدت اَندر ويٺو آهي، جوڙيو ڪَئِين جِنسَار،
کيل کيلڻ لَئي ڪَري، غُربت مَنجهہ گُذار،
نَام فَقِير سَڏائي، سُهڻو جوڳِي جَذبيدَار،
جذبہ علي’ جيءَ ۾ جَذبو جَلويدَار،‘
عِشق ٿِيو اِظهار، مَهدِي اِمَام مَالِڪ جو.

2

مَهدِي اِمَام مَالِڪ جو عِشق ٿِيو اِظهار،
سَمجهو سَمجهڻ وَارا، سُٺي سَماچَار،
اَچي پَنهِنجي اَلله سَان، گَڏجِي ڏِينهن گُذار،
مَتان وَڃِين مَوت جو شُغل ٿِي شِڪار،
جَلدِي اَچي جَانِب سَان، جوڙ ڪريو جِنسَار،
وَاحِد وَاري وَاسِيو وَحدت جو وَٽڪار،
آهي هِن ‘ايوب’ جو اُتي ٿيو اظهار،
هَٽِي نَارو نَام اِمَام جو نَر ٿِيو نِروار،
جذبہ علي’ ٿِي جوڙ ۾ لِکي لکٽهار،‘
مِليُون مَڱٽهار، پَاٽهين پَرتَا پاڻ ۾.

# بيت

پَاڻهين پَرتا پَاڻ ۾، مُلون مَڱڻهار،
رِيجهي رُوح رِهاڻ ۾، روشن ٿِئا رُخدار،
جيڪو چَون جَڳ کي، سو پڻ سَچ شُمار،
آهي انهي ڳالهه ۾، مُلن جو مُونجهار،
ڪِري پيا سي ڪَڌَ ۾، خَلقن مَنجهه خُوار،
اهڙي اَياڳي عِلم کي، ٻَن ڏيئي ٻَار،
صَفا صَفائِي سِرَ جِي، سُرت نَہ ٻِي سَنيار،
آهي مَهل 'ايوب' چَوي، وَڏِيڪ ڳَر وَاپار،
جذبہ عليؔ سَان جيءَ جُون گهڙِيُون اَچي گهار،
ڏيهَن کي ڏيکار، مُون جيئن ڳَري مَوج ڳَا.

2

مُون جِيئن ڳَري مَوج ڳَا، ڏيهَن کي ڏيکار،
کَاڏا پِيتَا سَپ وِسَاري، صَاحِب سَان ڳُذار،
اهڙي رَمز 'ايوب' چَوي، دَم قَدم سَان ڏَار،
طَالِب ٿِيءُ طَرِيقَت جو، حَال فَقِيرِي ڏَار،
رَاضِي رَهج رَضا تي، هِمٿ سَان هُشيار،
ڳَڏهن پَنهِنجي قَدم کي، موڙين مَتان يَار،
آهي پوءِ اِنعَام، تو حُسن سَندِي هُبڪار،
ڏِسِي ڏيکارج ڏيهَ کي، توحِيدِي تَوار،
جذبہ عليؔ جَان ۾، پِرين سَاڻ پَچار،
تِهان پوءِ تَنوار، پَاڻهين ٿيندي پَڌري.





# بيت

پَاڻهين ٿِيندِي پَڌرِي، پِرِين سَان پِريت،
ڏِسندو سَجو ڏيهَ پِيو، آهي اَهڙِي رِيت،
هَلي هُلائي حَق ٿو، حَقِيقَت هِن رِيت،
پهرين پَنهِنجي پَاڻ مَان، پَڌرِي ڳَري پِرِيت،
ڏيکاري ڏيهَن کي، اَهڙِي عَجَب رِيت،
سَيڪو پَنهِنجي سَمجهه ۾، ڪونهي ڪو بہ مِيت،
هَرڪو پَنهِنجي حَال ۾، پيهي ڏِسي پَلِيت،
تِهان پوءِ پَسي ٿو، سَجڻ جو سَنگِيت،
جذبہ عليؔ جَڳ ۾، ڪونهين ڪوبہ ڪُرِيت،
آهي عِشق اَليت، ڏِسڻ پَسڻ ڏيهَ ۾.

2

ڏِسَڻ پَسَڻ ڏَيهَ جو، مِڙَئي مُونجَهارو
سَوا سَمجَهڻ يَار جي، ٻِئو ٻوڏَارو
هَلي ڪونہ حَبِيب سَان، حُجَت هُونگارو
رَهبر رَاضِي تِن تي، جَلن جي يَارو
ٻَارهين مَاهہ ٻُڌن سي، پَسن سَپ پَارو
کَامَن جَلن جَوش ۾، پَاڻِيءَ ۾ يَارو
اُونِهين بَحر عَمِيق جو، پَسن پَسارو
رَحمت رَبُ رَسُول جِي، وَسي وَسڪارو
جذبہ عليؔ جي جِيءَ ۾، جَشن جِنسَارو
پَسي پَسارو، ڏيکاري ڏيهَن کي.

## هندي ڀڄن (ڪارايل)

ٽلهہ:

اَبَ گهر ميري آئو سَخيا، سَانس ڪرُون قُرباني جَاني،
جُڳ جُڳ جيوان جُڳ جُڳ مَاٽَان، جويَن جوت جواني.

بادل بِينَا بَرسَن لاگي، آنسو بَهتا لَکي نَہ ڪوئي ري،
اُلَٽ پُلَٽ ڪا آسَڻ جَميَا، مُورَک ڪِيَا ٻُڌوَانِي.

ليک لِکَت ڪَا لَکِيَا نَہ جاوي، جاوي اُس ڪا اوتاري ري،
گِيَان گُنِي گُن ڪِيَا گَاوي، ڏِيَان ڏُنِي ڏُن ڏِيَاني.

لاَگَت لاگِي پَرمَت پَاگي، جَاگِي جوتَ اَجهاگِي ري،
اُلَٽَا آسَڻ هُوتَا اُجواڙَا، اَن پَئِي جوت جَڳَانِي.

ايوب' آشا هَئِي مَن پُوجَا، سَتگُر سَاک بَتَائِي ري،'
تُون هين تِيرَٿ تُون هين تَڪِيَا، تُون هين تُون تَند تَانِي.



## هندي ڀڄن (ڪارايل)

ٿلهہ:

سَانجهہ پَڙي، اَب تُم گهر آئو،
سَجن هماري پاس، سَجن هماري پاس.

پتڱت پتڱت هين هم پولي،
دِن تو بَرا برماس،

ايسي دِن دَس بِيس پياري،
پُورن ماري بَرس پَچاس.

ڱنٽَن ڱالِي ري ڱالِي،
رين بَنِي هي رَاس،

آنکُون سي آنسو آوَن جاوَن،
ايوب’ ايسي آس پِياس.‘







## هندي ڀڄن (ڪارايل)

ٿلهہ:

گِيَان گُرُو سي گَام گَگَن ڱَا،
گِيت گِيَانِي گَائُون ري.

ڀُول نَہ جَانَا ڀيد سي ڀَمرا،
ڀَاتِين ڀيد سَمَائُون ري.

پريم نَگَر ڪا پُرجهر پَسَارَا،
پَوَن ڪِي پُوجَا پَائُون ري.

مُک بِن مَوهَن مَوج مَندر مِين،
مَن ڪِي جِيت مَنَائُون ري.

اوم اُجَالاَ آپ مِين آپي،
اسم ‘ايوب’ اُنَائُون ري.



## **هندي ڀَڄن** (ڪارايل)

ٽلهہ:

ڀورا مَتي ڀولو اُڏَتي،
هَئي اَگني هو مايا ري.

بَاپ نہ مائِي، بيٽا نہ بيٽِي،
ڀيڙا نہ چَلٽا ڪو پايا ري.

پَرم ڪَرم ڪا ڀيد نِيارا،
سَتگُر ڪِي هَئي ڇايا ري.

سَاچي سَنگ ڪا ساٿ نہ ڇوڙو
ساچ سون ساچ سَمايا ري.

روشن رُوپ 'ايوب' اُجالا،
آج موري گهر سَجن آيا ري.





ايوب فقير جو رسالو

## **هندي ڀَڄن** (ڪارايل)

ٽلهہ:

اَب تُم سوچو اِسِي جُگَت ڪو،
جِس مين جِيوَن ٿوڙَا ري.

اَب جو اَب هي سو جَب سوچو
ڦَر نَہ پَائو ڦوڙَا ري.

اَب ڪا اَب مين اَب اَب آوي،
اُلَٽ پُلَٽ ڪا اوڙَا ري.

اَب ڪي آوَت جَاوَت جَنمِي،
ڀُول نہ جَانَا ڀوڙَا ري.

اَب تَڪ 'ايوب' اَب تُم اَپنِي،
مُورَک ڪِيُون نَهِين موڙَا ري.



## هندي ٻَچن (ڪارايل)

ٿلهہ:

جَاگَت سُون جَب لاَگَت لاڳِي،
سووَت ڪِي گَت ڪووَت ري.

جَاگَت نگري ڪونہ ٿُوٺَت،
ڏَرپَد ڪِي ٻَت ٻووَت ري.

نِرڌَن نَر ڦَٽ ڪِيُون نَہ ڦوڙا،
هوني ڪِي نَا هووَت ري.

نينا نگري نِيت سي پيارا،
جَشَن نگر ڪِي جووَت ري.

ڳَهَني 'ايوب' ڪِيَا ڪُڇ ڳهي،
رَهَني ڪي گَت رووَت ري.







## هندي ٻَچن (ڪارايل)

ٿلهہ:

سَاڌ سَڌاوڻ سوڪا سَاڌُو،
ڳُڻن اُس ڪا ڳَامَا ري.

گيڙُو ٻَانا ٻِيک بَنانا،
چوڪا ڳَرنا چَامَا ري.

تَنبُور چَانا گَانا بَجانا،
ناچ بڙهانا نَامَا ري.

سَاچ سُنانا سَاچ بَتانا،
سَاچ ڳمانا سَامَا ري.

ايوب' اَپنا اَندر رَکنا،'
جيسا جِسمي جَامَا ري.



## **هندي پَڇن** (راڳو)

ٿلهہ:

سَت سَنگ مِليو ري سَاڌُو پائي، گِيت گِياني گائو ري،
نِرگُن ڪا گُن سَمجهو صاحب، آپ ۾ آپ سَمَائو ري.

پٿر ڪي پُوجا سي ڪِيا مِلتا، سَنتا سَاچ سُنائو ري،
ڌَرم ڪَرم سڀ ڌُوڙ مٽي ۾، مُورک ڪِيون مِلائو ري.

لوهي ڪُون جَب پارس لاڳي، بَنتا ڪِيا هي بَتائو ري،
سونا ري جِسڪا نام سَڏيجي، ايسا رَنگ رَچائو ري.

اَڳنِي مَايَا اُسڪا اَوَگُن، مَمتا موهہ مِٽائو ري،
سُرتِي سون جب سَت ڪنڌ ڪولو نام سي نيند اُڙائو ري.

اسم ’ايوب‘ اوم اُجالا، آتش عِشق اُٿائو ري،
اَندر مَندر ۾ آگ لگا ڪي، جَنمي جوگ ڳمائو ري.







## **هندي پَڇن** (جوڳ)

ٿلهہ:

لاڳت لاڳي پريم ڪِي ري، مورا مَنڙَا بَن گيا بيراڳِي،
مَنڙا بَن گيا بيراڳِي، نينان نيند نَہ آوي ري.

پَنک بِنا پگلا آوي جَاوي، جاوي تو ڦِر نهين آوي ري،
نينان نِيند نَہ آوي ري، لاڳت لاڳِي پريم ڪِي ري.

مُک بِنا مُرغا پاني نَہ پِيوي، خُون جِگر دا ڪاوي ري،
نينان نيند نہ آوي ري، لاڳت لاڳِي پِريم ڪِي ري.

پِريم اَڳنِي اگيان اوٺي، جيوڙا جَل جَل جاوي ري،
نينان نيند نَہ آوي ري، لاڳت لاڳِي پريم ڪِي ري.

ايوب‘ آپي اَپني ڌُن ۾، گِيت گِياني گاوي ري،‘
نينان نيند نہ آوي ري، لاڳت لاڳِي پريم ڪِي ري.



## هندي ڀڄن (پرياتي)

ٿلهہ:

نَام جَپن سي نِرگن ڪولو،
گُن ڳَا گِيت پيارا جي.

مُورک مِيٺا ڳهنا مَانو، آوَت جَاوَت جَنمِي جانو،
پهلي پاپي پُوت پِڇانو سوچو سَرِير سَارا جي.

اَوِڏيَا اَوگن منڪي ممتا، پِيک بَدن سي ڪُڇ نَهِين بَڻتا،
سُرت نِرت سي سَاڌُو سَنتا، جاوي اُتر انڌارا جي.

تَابُ تَپش ڳَر تَابُ تَپائو اَندر مَندر ۾ آپ سَمائو،
ناپِي ڳمل سي نام ڳمائو پُرجهي پون پسارا جي.

آد اَنت ۾ 'ايوب' آيا، جِيوڻ جِسمي جِيوَن پايا،
برهم گِياني پيد بَتايا، سَاچا سُڀنڌ سَهارا جي.







## هندي ڀڄن (پرياتي)

ٿلهہ:

جَپو تُم نيت سي پيارا،
دُور اَلک دِن رين نَهِين.

چَال چَلت چوبيس هزار ڪِي، سَانس پِياس پِريت پيار ڪي،
توم نوم تن نن تات تَنوار ڪي، چِٽَ ۾ چَهل پَهل چين نَهِين.

دَم قَدم ڳَرو دَرشن والا، هِردا ڪولو حَرفن والا،
نِڪَٿ پَچَانو نِرگُن والا، گِيان سون ويکو غين نَهِين.

ڳَنٿ قول سي نَام نِرالا، اِسم اُٿائو اَوم اُجالا،
چِنتا چَمڪي چَقمق چَالا، ايسا ڪوئِي عين نَهِين.

اَب تم 'ايوب' اَلک جُڳائو نَاپ نَقاش سي نِيند اُڙائو
ڏنڪا ڏِياني ڏِيان ڳمائو سووَت جِسڪي سين نَهِين.



## هندي ڀڄن (ڪارايل)

ٿلهہ:

آئو آئو اَب گهر ميري، مين هُون تيري ٻلهاري ري،
ٽَنڙو ميرو تَڪِيو تيرو، تُون هِي تُون سُڌ ساري ري.

جَلنت پريمي جيءَ سُون لاگي، جاڳي جوت اُجاري ري،
جِسم اِسم ڳا اوڙا هي، اِسم جِسم مين جاري ري.

تَن سُون مَن ڪي تات نِياري، مُک ٻِن مُرلي جاري ري،
مَن وِچ مرلي نام ڪِي باجي، نام نَرنجَن طارِي ري.

سُرت نِرت ڳا سکمڻ لاگا، پاڳا ڀَئو اوتاري ري،
مين هُون مُرلي تيري، تُون هين نِرمل نام خُماري ري.

ڳهني ’ايوب‘ ڪيا ڪُڇ ڳهي، رَهني رَاس ٿُمهاري ري،
مين هُون لوها تُو هي ٻارس، تيري سَنگ ساري ري.







## هندي ڀڄن (ڪارايل)

ٿلهہ:

مُک ٻِن مُرلي مَن سِين تَن ڪي،
ٻَر مين ٻِين ٻَجَائُونگا.

ڀيد ڀيتر سين ڀولا ڀَمرا،
جَلنت پريم جَڳائُونگا.

مَن سِين تَن ڪِي تَات نِياري،
دونون ڪِي لاڳت لائُونگا.

ٿَاپِي ڪول سِين نِڪٿ ٿڪاني،
ڳگن مَنڊل ڏُن ڳَائُونگا.

ايوب’ اندر سِين اَوِڏيا اَوَڳُن،‘
نِرڳُن نِيند اُڙائُونگا.



# ڏکين لفظن جي معنيٰ

- **ويچ**: وِڇيون
- **ساڀ**: قبول پوڻ، اگھامجڻ
- **پُکي**: پاناري پوڻ، حصي ۾، ڪاتي ۾
- **اَري**: وڪڙ ۾، وجھہ ۾
- **هوڪاري**: هڪلون ڪري هلڻ، سندرو ٻڌي هلڻ
- **ڪاري**: چَتي
- **ٻاڙو**: ڪارو
- **مافيون**: معافيون
- **وِٽاهہ**: دشمني، وير
- **ٻِر**: اندر، ڪڏ، ڪاهي
- **مواس**: بي لغام، اَجهل، سرڪش، بيپرواهہ
- **سُوسٽ**: خوفناڪ آواز
- **سرٽا**: سرڻ پکي
- **سيسارَ**: درياهہ جي خوفناڪ جانور جو قِسم
- **لغار**: جُهوٽو
- **ڏِسيون**: طرف، رُخ
- **ريڏيون**: ارڏائي، ڏنگائي
- **وار**: ڏينهن
- **تڙقان**: تڙپان
- **ڏَري**: ڊيڄو ڊپ، خوف
- **ويسلا**:وساريندڙ جنهن کي ويسر جي عادت هُجي.
- **مديون**: عيب
- **آخيري**: پيري، پوڙهپڻ
- **نسنگ**: بي ڊپو بهادر، سُورهيہ
- **دُودَ**: باهہ، ٻاڦ، دونهون
- **ٽانگھن**: ٽانگھہ جو جمع، معنيٰ سِڪ، اُڪير
- **تايا**: تپايا، تپائڻ
- **پال جتيءَ**: پلائي، پال ڪرڻ
- **چَلڻ**: هلڻ، گُهمڻ ڦرڻ
- **ڏيهي**: جسم، عضوا
- **شائڪ**: شائق، شوقين
- **سَنبت**: تياري، سنبرڻ، روانو ٿيڻ
- **ٻن**: ڇڏي ڏيڻ، ترَڪ ڪرڻ
- **جَتي**: گذاري، رَهي
- **پُڄت**: پهچ، رسائي
- **پَڙڪ**: سِڪ
- **اونائي**: ورنائي، ٻُڍي
- **رِلمل**: گڏيل، وِچڙيل
- **ٻوڏَ**: جِهيٽو جَهڪو
- **مِهَر**: پلائي، عنايت
- **ونجهل**: وجود جي اندروني تڪليف

- **پَٽ:** لباس، ويس وڳا
- **پَنوهارن:** پنهوارن
- **پاس:** ويجهو پر ۾
- **آلفي:** هزارين ڏڪ
- **عُقبيٰ:** انجام، واعدو
- **جَڳت:** دُنيا، جهان
- **قبلل:** اڳيان، پهرين
- **قالُ:** گفتگو ڳالهه ٻولهه.
- **رندي:** لاغرضي، لاپرواهي
- **ڏَري:** ڊڄي، ڊپ ڪري، ڊيڄو
- **پولا:** وَهم، شڪ
- **ڱناريو:** عيب ڪيڻ
- **ٻَلائي:** ٻال ڪري
- **آجل:** موت جو سڏ
- **وارَ:** وقت، موقعو مهل، ڏينهن
- **پَڌر:** ظاهر، ڏسڻ ۾ اچڻ.
- **ڪاري:** تانڪو سيبو چَتيءَ.
- **چِينئن:** چِٽ، هينئون
- **ستوهہ:** ضرور، لاچار، مجبور، تاڪيد
- **شتاب:** تڪڙ، اُٻهرائي
- **وينتيُون:** منٿون، التجا
- **ڏڙان:** ڏڙ سِسي
- **مُقابِل:** روبرو، آمهون سامهون
- **وِٿي:** وِڇوٽي، فرق
- **پُرَجهي:** سوچي سمجهي.
- **آهيرو:** پکيءَ جو آکيرو، گهر
- **درڪار:** ڪارڻ
- **آرَ:** انگل، ماٽا، نخرا.
- **ڀِکَيا:** خيرات جا ڪجهه ڪٽا.
- **ٻالَم:** محبوب، سهٽو منو
- **مُور:** هر گز ڪڏهن نَہ.
- **سَاهيان:** سامهون ٿيان.
- **پيئَاري:** پاناري پوڻ، حصي ۾ اچڻ، جهوليءَ ۾ پوڻ.
- **پَروس:** پرائي وس، ٻئي هٿ.
- **مَامَ:** ڳُجهہ، راز
- **اُونَائي:** ٻڏي سُٽي، وَرَنائي.
- **ديري:** اوطاق، آسڻ، بينڪ
- **تو ريءَ:** توڪان سواءِ.
- **آڙيَنِ:** آڙيَل، ڦاٽل.
- **جَڏِيءَ:** معذور
- **ڏَامَ:** ڄارَ، پکي يا مڇي ڦاسائڻ واري ڄار يا وانجهار.
- **سَندَّ:** عضوا.
- **اوڙاهہ:** باهہ جو مچ.
- **اُڏَرَ:** اُڏَام، اُڏامڻ.
- **مارڳ:** رستو گس
- **حشمتدار:** هِمت وارو
- **آبر:** ڪڪر، بادل
- **ڏُرت:** ڏولائو پريشاني
- **هَسڻ:** کِلڻ
- **پوڙ:** ختم ڪر، ڦٽو ڪر





- **اُونائج:** ورنائڻ، سُٽڻ
- **جامون:** لباس، ڏڳهو چولو
- **هاج:** پورهيو ڏنڏو ڪِرت
- **ڊِريون:** ڪمزور، هيٺيون، ڏٻريون
- **ڱنا:** ڪان
- **ڪِينئَن:** پنهنجن، ماروئڙن، سانگين
- **ڪنياتَل:** قاصد، پيغام آڻيندڙ
- **جيس:** هڪجيڏو، هم عمر
- **پَر:** پنهنجي مُنهن
- **اُڪند:** سِڪ، محبت
- **ڏِيل:** جسم، اندر ۾
- **جاڳر:** راڳ واري مجلس
- **تَنگيُون:** مشڪلاتون، پريشانيون
- **مول:** شان، مان
- **پولا:** وَهم، گُمان، شڪ
- **سَتي:** بي داغ، اُجري، پاڪ پوتر
- **پَڌر:** کُليل ميدان، پونو ظاهر
- **ميٽ:** مِٽاءِ، ختم ڪر
- **لَڪائُون:** ماٺهن جا هُجوم
- **ماسوَالمحبُوب:** نصيحت قبول نہ ڪندڙ
- **ميرَ:** گُمان، شڪ، وَهم
- **پَر:** گذريل سال
- **مُٺي مامَ:** ڳجهو نہ کُلڻ وارو راز
- **ڊينگهر:** وٽن جون تاريون، جن سان گهرن کي لوڙهو ڏبو آهي.
- **پُرجهي:** پُر ٿي
- **لنگهٽي:** ٻُڪئي پيٽ
- **تَنگيون:** سُور، سختيون، غريبي، مفلسي
- **تَسيا:** اُڄ، طلب، بُک، فاقا
- **اُمارو:** اوپارو، اُپرڻ
- **مَلڪن:** ملائڪ
- **اوٽَ:** وسيلو
- **چائي:** چورائي
- **فڪرات:** فڪر، پريشاني
- **همذات:** ساڳي ذات مان
- **هيٺي:** ڪمزور، ڏُٻري
- **نِسَب:** نسل، وابستگي، لاڳاپيل
- **پُرجهي:** جاڻي، جاڻو
- **چِٽ:** هينئون
- **ڪَئوڙين:** ڪروڙين، ڪروڙن ۾
- **گولي:** ٻانهي، غلام
- **گام:** ڳوٺ، ويڙهو شهر، علائقو
- **اُلنيا/ اُلنبا:** اُڏما، جوش، پُور
- **هِرڪَن:** سَڏون ڪرڻ، سِڪڻ
- **پَرڏَر:** پنهنجي پَر ۾، پنهنجي مُنهن
- **جَفَل:** وسندڙ ڪڪر
- **آجهل:** اڻ جهل، بي چيو
- **چاڳَ:** ماٽا، رُساما
- **وَڙئُون:** وَڙ ڪرڻ
- **تائي:** تڙپائي

- **اُپڙ:** روانو ٿي، تڪڙو پڃ
- **پورا:** اڻجاڻ، نا سمجھ
- **بيچون:** بي مثال، لاجواب
- **هنسواري:** ڪِلڻ، ڪِلندڙ
- **دوئي:** ٻيائي، بدگماني
- **ڏولائي / ڏولائو:** ڏُڪر، ڏُک، سُور
- **اَظهر:** پاڪ
- **گهنگهر:** مونجهارو، ڳڻتي، ارمان، ڏُک
- **ريهي:** آرام، فرحت، قرار، سُڪون
- **ناتر:** مومل جي نوڪرياڻي، ٻانهي
- **نکت:** تارا يا تارن جو ميڙ (جيڪي چنڊ جي رستي ۾ اچن ٿا ۽ جن جي اُيرڻ ۽ لهڻ سان مُندون متجن ٿيون.
- **تگڻ:** جيئڻ، زنده رهڻ
- **اُلٽي:** اُبتي، اُبتو
- **سَرس:** وڏيڪ، گهڻو سوايو
- **ريهہ:** سَنڌو، ٿانڪو
- **صاپ:** قبول پوڻ، آگهامجڻ
- **مُوران:** ماڳهين، بلڪل بہ نہ
- **مجالت:** پُڄندي، وس، رسائي
- **اوپڙ:** ٻوٽن وغيره جو ڦوٽهڙو
- **اُڪائين:** اُڪامڻ، بيهي رهڻ
- **ڪَري:** سچي، تازي
- **ڳل:** خبر چار، سار لهڻ
- **رُک:** رُخ، طرف
- **چاند:** چنڊ
- **سَخيا:** سکي، دوست، ساٿي
- **لکي:** ڏسڻ، سُڃاڻڻ
- **ٻڌواني:** عقل وارو، سمجھ وارو
- **گُن:** ٿورا، احسان
- **لاڳت:** محبت، پيار، پريم
- **اُجواڙا:** سوجهرو، روشني
- **ستگُر:** مرشد، رهبر، سنئين دڳ لائيندڙ
- **ساک:** رستو گس، پيچرو
- **تند تاني:** ساهہ جو رستو
- **ڀٽڪت:** رُلڻ، ڀٽڪڻ
- **پولي:** پورائپ: پورو ماڻهو
- **پُورن:** ويچار، وَهم
- **ڪٺن:** ڏُکيو مشڪل
- **رين:** رات
- **راس:** ٺهڻ، جُڙڻ
- **آوَن جاوَن:** اچڻ، وڃڻ
- **گگن:** آسمان
- **ڀُول:** وسارڻ، دل تان لاهڻ
- **ڀيد:** راز، آنت
- **پُر جُهر:** هڪبئي ۾ سمائجي وڃڻ
- **اُڏٽي:** اُڏامڻ، اُڏامي.
- **پيڙا:** ڳڌ، ساٿ
- **ساچي:** سچي
- **موري:** منهنجي





- **سَجن:** محبوب، پيارو
- **پائو:** پائڻ، حاصل ڪرڻ
- **ڦوڙا:** ڏک، پريشانيون
- **اوڙا:** رستو گس، پيچرو
- **جنمي:** جنم زندگي
- **پوڙا:** پُليل، راهہ تان هَٽي ويل
- **مُورک:** بي سمجھ، اڻجاڻ
- **جاڳت:** جاڳڻ، سجاڳي ڪري رهڻ
- **گت:** رستو پيچرو گس
- **کووَت:** وڃائڻ
- **ٽوٽَت:** ٽٽڻ، ٽٽي پوڻ
- **ڌرَپِد:** ڌرتي تي رهڻ جو وقت
- **جووَتَ:** ڏسڻ، ڏيکاءَ
- **رووَتَ:** روئڻ، غم، ڏک
- **ساڌ:** سچو ڪرو
- **بيک:** جوڳي ٿيڻ، دنيا مان لالچ ختم ڪرڻ
- **چاما:** سنا ڪم ڪرڻ
- **چانا:** ڪٽڻ
- **ساچ:** سچ
- **ساما:** سُنو سُهڻو ٻئي کي وٽندڙ
- **نِرگُن:** بنا لالچ جي، بنا ٿوري ڪرڻ جي
- **آگني:** باهہ، جوت
- **مِٽائو:** مِٽائڻ، ختم ڪرڻ
- **سُرتي:** عقل
- **اوم:** الله، ڀڳوان
- **جوڳ:** دنيا کان لاتعلق ٿيڻ
- **پگلا:** چريائڻ، پاڳل
- **نينان:** نيڻ، اکيون
- **مُک:** مُنهن، پاڻي پيئڻ لاءِ وات
- **اوٽي:** اوٽ، سهارو ٽيڪ
- **جَل جَل:** بار بار جلڻ، سڙي خاڪ ٿي وڃڻ
- **گياني:** سمجھ وارا، فهم، عقل وارا گيت
- **نام جپن:** تسبيح جي ذريعي وِرد ڪرڻ
- **آوديا:** بغير علم جي، بي سمجھ
- **مَنکي:** من جي، اندر جي
- **سُرت نِرت:** سوچ سمجھ
- **ناپي:** ڌُن، سونٽي
- **آد آنت:** جنهن جي نہ اڳياڙي هُجي، نہ پڇاڙي هُجي
- **برهم گياٽي:** وڏي عِلم وارو، وڏي ڄاڻ وارو
- **هِردا:** دليون
- **نِکت:** اٽڪُت
- **ڌنڪا:** دولت، مايا، ملڪيت
- **سووَت:** سمهڻ، غافل ٿيڻ
- **سين:** عادت
- **تنڙو:** تن، من، اندر

- **جلنت پريمي**: خدا سان محبت ڪندڙ
- **اوڙا**: متبادل
- **نرنجن**: خدا، پيڳوان، رهبر، سُونهون
- **سڪمڻ**: رشتو ڏوري ڳانڍاپو
- **خُماري**: خمار خوشي، مستي
- **بَر**: بيابان، رڻ
- **ڀيد**: راز
- **ڀمرا**: ساهہ پساهہ
- **اَوڌِيا**: بي علمي
- **اوگن**: اوگڻ، خراب عادت